ڪرايا. پاڻ اِن لحاظَ کان يورپَ جي ملڪنِ،انگلنڊَ، فرانسَ ۽ جرمنيءَ، ۾ قيام ڪيو، ۽ اُتان جي درسگاهن جي مکيہ دانشورن، پروفيسرن ۽ استادن جي صحبتَ خالص علمَ حاصل ڪرڻَ لاءِ اختيارُ ڪئي.

مصرَ ۾،الازهر يونيورسٽيءَ ۾،بہ عربي پڙهڻَ ۽ پَرُوڙڻَ جي خيالَ کان ڪُجهہ وقتُ تَرسيا. ڪين انگريزي، سنڌي ۽ اردو زبانُنِ سان گَڏوگڏ عربي، فارسي، جرمن ۽ فرينچ زبانَ تي بہ ملڪو حاصل هو.

جڏهن بہ وطنِ واپس ورندا هئا،تہ نوجوانن کي گڏ ڪري سندن ذهني، اخلاقي ۽ روحاني تربيت لاءِ ڪينِ ليڪچرَ ڏيڻ جو سلسلو جاري رکندا هُئا.

اِنهيءَ خيالَ کان ١٩٣٥ع کان ١٩۴٥ع تائين مسلم ڪاليج هاسٽل ڪراچيءَ ۾ خطباتِ جو سلسلو شروع ڪيائون ۽ اُن وقتَ جي زير تربيتَ شاگردن ڪانئنِ سُنو فيضُ حاصل ڪيو.

جڏهن سنڌ يونيورسٽي نهي، تہ سنڌُ حڪومتَ ڪين اُن اداري جي سَربَراهيءَ لاءِ مِنَتَ ڪئِي، جا پاڻَ قبولُ ڪيائون ۽ وڏيءَ جانفشانيءَ، ديانتَ ۽ محنتَ سان اداري جي ترقيءَ ۽ سَر بلنديءَ لاءِ راتِ ڏينهِنِ ڪمُ ڪيائون.

يونيورسٽيءَ ۾ ڪمُ ڪَندڙَ پوري عملي لاءِ پاڻَ هڪڙو مثالي ڪردارُ ادا ڪيائون. پٽيوالي کان وٺي رجسٽرار تائين، لئبريرينِ، ليڪچرارن ۽ پروفيسرن سيني لاءِ پاڻَ مقبول ۽ محبوب شخصيتَ بَنيَا رهيا. سندن سيرتَ جا سيئي پهلو سندن مقرر ڪيل آدرشن ۽

اصولن سان هم آهنگ رهيا.

پاڻَ وقتَ جا نهايت پابندَ هُئا، ۽ ڪنهن بہ شخصَ طرفان وقتَ جي زيانَ کي برداشت نہ ڪَندا هُئا. ڪَنهن تقريبَ ۾ جڏهن اُن دورَ جو مرڪزي وزيرُ مقرر وقت کان ڪُجهہ دير ڪري آيو تہ پاڻَ اُن کي بہ بخش نہ ڪيائون ۽ پَريءَ محفلَ ۾ کيس چيائون تہ وزير صاحب کي خبر هُئڻ گهرجي تہ وقتُ ۽ وزارتَ ٻئي وٽس امانتون آهن، اُنهن ۾ خيانتَ ڪبيرو گناهُہ آهي. ڪوبہ وڏو عُهدو ڪنهن کي ماڻهن تي رعبَ جمائڻ لاءِ نٿو ڏنو وڃي.

يونيورسٽيءَ جي استادن ۽ شاگردن ۾ فڪري جامعيتَ پيدا ڪرڻ لاءِ، ايڪسٽينشن ليڪچرن جو سلسلو شروع ڪيائون، ۽ ڪِن سالن تائين اُهو عملُ جاري رهيو. پاڻَ اُنهن تقريري سلسلن جي صدارت ڪندا هئا ۽ سندن صدارتي خطبا نهايت جامعيت جو مظهر هئا.

انگلينڊ ۾ قيامَ دوران پاڻَ اُتان جي مسلمانَن کي دينَ جي بصيرتَ ڏيڻَ لاءِ بہ بنا معاوضي هڪڙو تبليغي سلسلو شروع ڪيو هُئائون، جنهن کان مختلف ملڪن کان تعليمَ لاءِ آيلَ مسلمانَ شاگردَ ڪافي فيضياب ٿيا.

مصر جي حڪومت کين ڇگو خاصو وظيفو آڇيو تہ پاڻ وڃي مصر ۾ حڪومت جي طرفانَ ڪنهن اداري ۾ علمي ڪمُ ڪَن، مگر تبليغ جي ڪم کي اَڏَ ۾ ڇڏي، اوڏانهن وڃڻُ سندن اَصولَ جي خلاف هو، جنهنڪري پاڻ اُها آڇَ قبولُ نہ ڪيائون.

برطانيہ جي جڳ مشهور دانشور ۽ ڊرامہ نگار برنارڊشا هڪڙو

ڪتابُ (بلئڪ گرل اِن سَرچ آف گاڊ) ”ڪاري ڇوڪري خدا جي تلاش ۾ لکيو، جنهن ۾ نظريي توحيدَ ۽ خُدا جي وجودَ متعلق تشڪيڪ ۽ طنز سمايل هُئي.

پاڻَ اُن جي جواب ۾ (برائون گرل ان سرچ آف گاڊ) ”ڀوري ڇوڪري خُدا جي تلاش ۾“ ڪتاب لکيائون، جنهن ۾ نظريي توحيد ۽ مذهبي فِڪرَ جي ارتقا تي نهايت خوبصورت پيرايي ۾ شَرَحَ بيان ڪيائون ۽ خُدا جي وجود جي اقرارَ ۽ اثباتَ تي مُدَلّلُ بحثُ ڪيائون.

قاضي صاحبَ پنهنجي پوري زندگي سَچَ، سُرتِ ۽ سُونهَن جي تلاش لاءِ وقفُ ڪئي هُئي، ۽ سندن ئي چوڻ مطابق، پاڻَ اُنهن سَچاين جي سوادَ کان آشنا ٿيندا رهيا ۽ منزلون طئي ڪندا رهيا.

يونيورسٽيءَ جي علحدگيءَ کان پوءِ گهڻو ڪري پاڻ پنهنجي گهرَ ۾ مطالعي، مراقبي ۽ محاسبي وارين وارداتن ۾ مصروفُ رهندا هئا، جيڪي سندن مُعتقِدَ هُئا، اُهي گاهي ماهي سندن جاءِ تي وڃي ڪائن فيضُ حاصل ڪندا هُئا.

پاڻ هيڪڙو ٻيو ڪتاب (”ڪيپُوئَل پيپس اَئِت سوفيا“) ”دانش جُون اوچتيون جَهلڪُون“ بہ لکيائون جنهن ۾ سندن علم ۽ دانش جو نِچوڙُ موجود آهي، ۽ علم جي طالبن لاءِ هيڪُ بيش بها تحفو آهي. قاضي صاحبَ نہ ڪڏهن ڪنهن جي خوشامدِ ڪئي، نہ پنهنجي ذاتي غرضَ لاءِ ڪنهن جي ڪاڻِ ڪِڍِي، نہ ڪڏهن مال متاع ميڙڻ جو سوچيو، ۽ نہ دنيا جي ڪنهن رتبي، شهرتَ ۽ مصنوعي عزتَ لاءِ ڪڏهن ڪو ارادو ئي ڪيو. هن الله لوڪ، جديدَ ۽ قديم علومَ جي ڄاڻُوءَ، اپريل ١٩٦٨ع ۾ لاڏاڻو ڪيو.

# خواجا غلام فريد

خواجا غلام فريد هڪُ اَهڙو نالو آهي، جو نہ رُڳو پنجابَ پر سنڌُ ۾ بہ شاهہ لطيفَ ۽ سچلَ سَر مستَ جي نالن سان گَڏوگڏُ وڏي احترامَ ۽ محبتَ سان ورتو ويندو آهي. پنجابُ ۽ سنڌُ صدين کان پنهنجي روحاني اوسَرِ ۽ اخلاقي هم آهنگيءَ ۾ هڪٻئي سان قريبُ رهيا آهن. هِن پُوري نندي کَنڊَ جا اخلاقي،روحاني ۽ جذباتي قَدُرَ مُشترڪُ رهيا آهن، جنهن جو اهم ڪارڻُ هِنَ خِطي جا اهل دل بزرگَ ۽ صوفي رهنما آهن. سچو نقطو اشتراڪ انسانيت جو هڪڙوئي آهي. يعني (۱) "خود شناسِي" ۽ "خدا شناسِيءَ" جي عظيمترين آدرشَ کي ماڻڻَ لاءِ نفسَ جي پاڪيزگي ۽ صفائي،۽ (۲) انساني "خوديءَ" جا جيڪي بہ مُهلِڪَ مرضَ آهن جيڪي ڪيس متئين آدرشَ ۽ نصب العينَ ڏانهن وڌڻَ ۾ رَنڊَڪُون ۽ رڪاوٽون وجهن ٿا، اُنهن جو صحيح علاجُ. اُنهن مرضن مان چند خطرناڪ مرضَ آهن حَسَدُ، تَعصّبُ، خود غرضي ۽ نفاقُ. اِنهن کان نجات لاءِ جنهن جُهدَ ۽ جهادَ جي ضرورتَ آهي. اُن جي طريقي ڪارِ ۽ تربيتَ لاءِ اسان جي هِنن صُوفين ۽ الله لوڪن وٽ عجيب نسخا آهن، جي جيڪڏهن آزمايا وڃن ۽ نيڪ نيتيءَ ۽ خلوصَ سان اُنهن تي عمل پيرا ٿجي، تہ انسان جو وجود هڪُ نِرويو، نِبارُ، سالم ۽ صحتمند وجود بنجي پوي ٿو ۽ بَشَرَ مان وحشانيتَ، بربريتَ ڪينہ پروري ۽ بدخواهيءَ جا خونخوار اوصافَ خَتَمُ ٿي وڃن ٿا، ۽ تَنِ جي جاءِ تيِ اعليٰ انساني گڻَ، مثلاً امن پسندي، رواداري، انسان دوستي، درد مندي، قرباني،اخوت ۽

مساواتِ سگهارا بنجي، انساني معاشري کي صحيح سِمتَ ۾ سَفَرَ ڪرڻَ ۽ پنهنجي اعليٰ نصب العينَ تي رسڻ ۾ مددگار ثابت ٿي سگهن ٿا. تہ اهڙو آهي تاثير هِنن اعليٰ هستيُنِ جي صحبت جو، سندن ڪلام ۽ پيامَ جو. انسان کي هُر دور ۾ هر هَنڌِ اِنهن صفتن ۽ گُڻَنِ کي سَنڀالڻَ ۽ اِنهن جي حفاظتَ جِي ضرورت آهي۽اِنهيءَ پيغام کي وري وري نسل در نسل منتقل ڪرڻ جي ضرورت آهي. اِهو اُهو نصابُ آهي، جنهن کي سنڌ ۾ لطيف، سچل، شاهہ عنايت، بيدل ۽ بُيَدلَ ۽ ٻين ڪيترن بزرگن ۽ پنجاب ۾ بابا فريد گنج شڪر، بُلهي شاهہ، وارث شاهہ،سلطان باهُو ۽ خواجہ غلام فريدَ جهڙن آفاقي شخصيتن،پنهنجي ڪردار، سيرت، ملفوظات ۽ شعرَ ۾ محفوظ ڪيو آهي. اِنهنِ مان فيض حاصل ڪري، صحيح انسانُ بنجڻُ اسان جِي ذميواري آهي.

خواجا غلام فريدَ جي ٬سرائڪي، سنڌي، هندي دوهن ۽ ڪافين جيترو پنجاب جي ماڻهو کي موهيو آهي، اوتروئي سنڌ جي سرزمين تي وسندڙ آباديءَ جي هَرَ طبقي کي.

هِي نامور شاعر ۽ باڪمال صوفي ١٢٦١هجري ۾ ڪوٽ مٺڻ جي ڀلاريءَ سرزمين ۾ ڄائو. سندس پورو نالو خواجا غلام فريدالدين آهي.

مولوي رڪن الدين ”جامع ملفوظات“ ۾ سندن تاريخ پيدائش ٢٦ ذوالقعد ١٣٦١هہ ڄاڻائي آهي. سندن والدَ جو نالو مولانا محمد بخشُ هو. سندن سلسلو نَسَبُ حضرت عمر فاروق رضہ سان وڃي ملي ٿو.

سندن خاندانَ جو هِڪُ فردُ يحيٰ بن مالڪُ، عرب مسلمانن جي لشڪر سان سنڌ کان ٿيندو، منگلوٽ ضلعي ملتان ۾ اچي قيام پذير ٿيو ۽ اُتان وري يارا واڙي، ضلعي مظفر ڳڙهه ۾ آيو. اهڙيءَ طرح هِن گهراڻي عرب کان سِنڌ، سنڌ کان ملتان، مظفر ڳڙهه ۽ چاچڙان مان ٿيندي، آخر اچي مٺڻ ڪوٽَ، ضلعي ديره غازي خان، ۾ سُڪُونَتَ اختيار ڪئي. مولانا محمد بخش کي ٻه پٽ ٿيا، هڪ جو نالو غلام فخرالدين ۽ ٻئي جو غلام فريدالدين رکيائين. خواجا غلام فريد اٺن سالن جي عمر ۾ قرآن پاڪ حِفظُ ڪري ورتو. سندن والدَ جي وفات تي وڏو پٽ مولانا فخرالدين سجاده نشين ٿيو ۽ اسان جي شاعرَ فريدَ ١۴ سالن جي عمر ۾ پنهنجي ڀاءُ جي هٿ تي بيعتَ ڪِئي ۽ پاڻ ١٦ سالن جي عمر ۾ ايندي ظاهري ۽ باطني علمن جا اهم اسرارَ حاصل ڪري ورتا.

خواجا غلام فريد پنهنجي ڪافين ۾ پنهنجي ڀاءُ ۽ مرشد فخرالدين کي جابجا "فخر جهان" ڪري لکيو آهي.

١٢٨٨هه ۾ پنهنجي ڀاءُ ۽ مرشد جي وفات وقت خواجا غلام فريدُ ٢٨ سالن جيٰ عمر ۾ اُن جي جاءِ تي سجاده نشين ٿيو. ١٨٢٩هجريءَ ۾ خواجا صاحبُ حج بيت الله جي ارادي سان ملتانَ، لاهورَ، دهليءَ مان ٿيندو اجمير شريف پهتو، جتي سندس دِستارَ بَندِي ٿِي، جتان پوءِ پاڻ حج تي هليو ويو. سندس ديوان ڪافين تي مشتمل آهي. سندن ڪلام نهايتِ سوز ۽ بيقراريءَ وارو آهي.

”روهيءَ“ جي قدرتي نظارن سان جهڙوڪَر سندن عشقُ هو.
سندن وفات ٦ ربيع الثاني ١٣١٩ هجري مطابق ٢۴ جولاءِ
١٩٠١ع ۾ ٿي. سندن مزارَ ڪوٽ منڌ ۾ آهي، جتي هر سال
عرس ملهائبو آهي ۽ هزارين عقيدتمندَ پنهنجي روحاني پيشوا جي
حاضري ڀريندا آهن.

# مير عبدالحسين خان "سانگي"

مير عبدالحسين خان سانگي، مير عباس علي خان جو پٽ ۽ سنڌ جي آخري تاجدارَ مير محمد نصير خان جو پوٽو هو. هو سنہ ١٨٥١ع ۾ ڪلڪتي ۾ ڄائو هو. اُن وقت مير عباس علي خان پنهنجي والد سان گڏ ڪلڪتي ۾ انگريزن وٽ نظربندُ هو.

مير عباس علي خان هڪ ڏينهن سُندَربَن ٻيلي ۾ وڃي تلوارِ سان شينهن کي ماريو هو. هُن جي اهڙي بهادرِي ڏسي، هڪ يوروپين عورت ساڻس شادي ڪئي هئي، اُن مان مير عبدالحسين خانُ ڄائو هو.

مير عبدالحسين خانُ اڃا ڇهن ورهين جي عمر جو هو، تہ سندس والد ڪلڪتي ۾ وفات ڪئي، جنهن کي حيدرآباد سنڌ ۾ ڪٺائي آيا ۽ ميرن جي قبن وٽ اچي دفن ڪيائون. هو پيءُ جي مرڻ کان پوءِ پنهنجي چاچي مير حسن علي خان "حسن" جي سنڀال هيٺ رهيو، جنهن ڪيس اردو، فارسي ۽ انگريزيءَ جي تعليم ڏياري. جڏهن ٻارنهنِ سالنِ جي عمر کي پهتو، تہ پنهنجي چاچي سان گڏ سنڌُ ۾ آيو.

هڪ دفعي هو گنجي ٽڪر جي پرسان مهراڻ جي ڪينٽيءَ ۾ هرڻ جو شڪار ڪندي هڪ نوجوان ۽ خوبصورت دوشيزه تي موهت ٿي پيو پوءِ ساڻس شادي ڪيائين. اُن مائيءَ ٿورن ئي ڏينهن ۾ لاڏاڻو ڪيو ۽ ڪيس پٽ شاهہ تي دفن ڪيائون. سندس گهر واريءَ جي جدائيءَ جو مير صاحب جي دل تي ايترو تہ اثر ٿيو، جو ڪجهہ

عرصو هو حيدرآباد ۾ پٽ شاهہ جي وچ ۾ پيرين اُگهاڙو ايندو ويندو هو ۽ راتين جُون راتيون گنجي ٽڪر تي مجنون ٿي گذاريندو رهيو.

آخرڪار وڏين ڪوشش سان هڪ انگريز عورتَ ڪيٰ مسلمانُ ڪري ساڻس شادي ڪرائي وئي، اُن مان ڪيسِ بہ لائق فرزندَ ڄاوا.

مير عبدالحسين خان فرسٽ ڪلاس اسپيشل مئجسٽريٽ بہ ٿي رهيو. هو شاعرن جي مجلسن، راڳيندڙن جي محفلن ۽ درويشن جي صحبت ۾ بہ گذاريندو هو، تہ اُن سان گڏ ڪورٽ جو ڪم بہ پوريءَ طرح سرانجامُ ڏيندو هو. هو شڪار جو بہ بيحد شوقين هو. هر سال سياري توڙي اونهاري ۾ شڪار ڪرڻ نڪرندو هو. ڪڏهن ٿر جي پِٽَنِ تي، ڪڏهن ڪِنِٽيُنِ ۾ تہ ڪڏهن وري ڪِيرِٿَرَ جبلَ جي دامَنَ ۾ شڪارُ ڪندو رهندو هو.

مير عبدالحسين سانگي، حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو معتقدُ هو ۽ سندس ڪلام سان بيحد پيار هوس. هو ننڍپڻ کان وٺي فقيري خيالن جو هوندو هو. عشق بازيءَ ويتر ڪيس فقيرُ ڪري ڇڏيو هو. جيتوڻيڪ هو اميرَ گهراڻي جو ماڻهو هو، پر سندس دل دردمند هوندي هُئِي. ڪيس پنهنجي ملڪ جي غريب ۽ پورهيت ماڻهن سان اُنسُ هو. سندس دل تي فقيراڻو رنگ چڙهيل هو. انهيءَ ڪري هُن پنهنجو تَخَلّصُ "سانگي" اختيار ڪيو. "سانگي" معنيٰ "ڪجهہ وقت گذاري وڃڻ وارو".

سانگي صاحب جي ڪلام ۾ صوفيانہ، اخلاقي، عاشقانہ، فطرت نگاري، سيرت نگاري، مداحيہ ۽ مذاقيہ مضمون آهن. هُن جڏهن ٻي شادي ڪئِي تہ سندس دماغ تان عشق جي مستيءَ جا

پردا لهي ويا، تڏهن پنهنجي شعر ۾ چوي ٿو ته:

جنهن تي ڏنو مون کي ، تنهن تي چيو چريو چريو
پنهنجي پرينءَ ڏي مون جي ڏنو تي وريو وريو.
فرقت ۾ پنهنجي حال تي مون پاڻ تي رنو،
سيڪنهن چيو تي عشق جو ڏونگر ڏريو ڏريو.
سچ آهي سَنگَ سَختَ کان انسانُ سنگدل،
جن ري نه دم سريو تي سو سانگي سريو سريو.

مير سانگي صاحب جن جڏهن اچا ڪلڪتي ۾ هئا، ته اُن وقت چيو اٿن ته:

پيارج پرت جو پيالو الاَ يَا اَيُّهَاَ السَّاقِيْ،
اسان جو ملڪ بنگالو الا يَا اَيُّهَا السَّاقِيْ.

مير عبدالحسين سانگيءَ چوهتر ورهين جي عمر ۾ سنه ١٩٢٤ع ۾ وفات ڪئي. سندس وصيت مطابقُ کين ٺٽ شاهه تي دفنُ ڪيو ويو.

# پير حسام الدين راشدي

انسانُ فردَ جي حيثيتَ سان جَڏهن پنهنجي انفراديتَ جا جوهر ڏيکارڻ لڳي ۽ سائنسِ گڏُ رهندڙَ ۽ ڪم ڪندڙَ هم جنسَ هُن جي خوبين کان متاثر ٿي پنهنجي سوچَ ۽ سيرتَ کي موڙڻَ لاءِ آماده ٿين تہَ اُن فرد کي رهبر چئجي ٿو. جيڪڏهن ڪو فردُ پنهنجي تائيدَ ۽ حمايتَ جي حَد تائين ماڻهن ۾ مقبولُ ٿئي تہَ اُنَ کي ورڪرُ ۽ ڪارڪنُ چئجي.

سنڌ رهبرَ بہ پيدا ڪيا تہ ڪارڪنَ بہ.

ماڻهنِ جي هِنَ بي تحاشا هجومَ ۾ اُهي انسانَ جيڪي سوچينِ ٿا، لوچينِ ٿا ۽ ڪنهن ڪارائتيءَ وَٿُ کي ڳولينِ ٿا ۽ اُنَ راهہَ ۾ رُڪاوٽُنِ ۽ مشقتنِ کي ڀوڳين بہ ٿا، ۽ پوءِ اُنَ ڳوليل وَٿُ کي پنهنجي قوم آڏو آڇين ٿا، جيئن اُنَ مان اُنهن جو ڀلو ٿئي، اهڙا انسانَ انسانيت جا محسن آهنِ. پوءِ اُها وَٿُ ادب جي حيثيت ۾ هُجي، شاعري هُجي، فلسفو هُجي، سائنسي ايجادَ هُجي، نظرياتي قدرُ هُجي، علمَ ۽ فنَ جي ڪنهن بہ شعبي سان تعلقُ رکندڙَ شيءِ هُجي. اُها پُورِيءَ قومَ لاءِ وقفُ ٿي وڃي ٿي، ۽ اُن اديبَ، شاعرَ، محققَ، فنڪارَ، سائنسدانَ ۽ سياستدانَ وغيره کي قابل قدرُ ۽ قابل احترامُ شخصيتن جي فهرستَ ۾ جاءِ ملي ٿي. اهڙيءَ طرح قومون پنهنجي اجتماعي ڪردارَ جي برڪتَ ۽ حرڪتَ جو تسلسلُ برقرارُ رکنِ ٿيون.

اسان جي اَڄُ جي صحبت جو فرد بہ اِهڙن ئي بابرڪتَ عالمنِ ۽ محققنِ جي صفَ اولِ جو منفردُ شخصُ آهي، جيڪو حسام الدين راشديءَ جي نانءَ سان مُلڪَ توڙي ملڪَ کان ٻاهرِ پنهنجي بصيرتَ

۽ سيرت جي هڳاءِ ڪان مٿڀرو آهي. پير حسام الدين راشدي پنهنجي سرِ پاڻَ هڪُ مڪتبُ هو، حقائقَ جو وسيعُ ايوانُ هو. تواريخَ، ادبَ، شعرَ- خاص طورَ تي فارسي زبان جي قديم توڙي جديد علم و ادب جي ذخيرن جو وڏو ڄاڻو ۽ قدردانُ هو. سنڌُ فارسي زبانَ ۽ ادبَ ڪان صديُنِ ڪان روشناسُ هئي، ۽ مٿسِ ايرانَ ۽ افغانستانَ جي تهذيبُنِ جو خاصو اثرُ هو. راشدي صاحب سنڌُ ۽ ايرانَ جي علمي ميثاقَ جو نہ رڳو قدردانُ هو بلڪ اُن جو امينُ هو.

سندسِ شخصيتَ جي اِها عظمتَ هئي تہ هُو باوجود هڪ پيرَ ۽ سيدَ خاندان جي فردَ هوندي، روايتي ۽ مُدي خارجِ پيري مريديءَ جي بي سودُ ۽ بي فيضُ سلسلنِ ڪان باغي هو.

هو هڪُ روشن دماغُ، خوددارُ ۽ بي باڪ نقادُ هو، جنهن پنهنجِي سارِي ڄمارَ تحقيقَ، تدوينَ ۽ تلاش حقَ ۾ صرف ڪئِي. هو سنڌُ جي هڪ ڳوٺ ٻهمڻ ۾ ڄائو، مگر سندس سيرتَ ۽ فضيلتَ جو واسُ پوري برصغيرَ، ايرانَ ۽ افغانستانَ جي علمي حلقن تائين پکڙيو.

سنڌُ ۾ هُنَ اردو، سنڌي، سرائڪِي، پنجابِي ۽ پشتو زبانن جو چڱيءَ طرحَ اڀياسُ ڪيو ۽ هَرَ هنڌِ پنهنجا دوستَ ۽ قدردانَ پيدا ڪيا.

هُو ڪُلُ وقتِي طالبُ العلمُ ۽ طالبُ التحقيق هو. جيتوڻيڪ روايتي طورَ تي هُو ڪنهن ڪاليجَ، يونيورسٽيءَ، يا دارالعلومَ جو باقاعده استادُ ۽ معلمُ ڪونہ هو، ۽ هُن جا ڪي رسمِي شاگرد ڪونہ هُئا، مگر نِجِي محفلُنِ ۽ شُغلَنِ ۾ ۽ ادبي گڏجاڻين ۽ اهم قومي ورسين جي موقعي تي، هُن جي ٻولَنِ ۽ ڦولَنِ جا ڪيئي مشتاقَ هُئا، جيڪي ڪيس احترامَ سان ٻڌندا هئا، ۽ فيضُ حاصلُ ڪندا

هُئا. پاڻَ هُونءَ ڪيترن تحقيقَ ۽ ريسرچ جي طالبن جِي، خاص طور تي تاريخ ۽ ادبَ جي موضوعن تي، رهبري ڪندا رهيا، جن پوءِ پي- ايڇ- ڊيءَ جي اعليٰ سَنَدُنِ کي حاصُل ڪيو.

پاڻَ ڪيترا ئي مقالا ۽ مضمونَ، مُلڪِي ۽ بين الاقوامي رسالن ۽ ادبِي شهپارنِ ۾ تحريرَ ڪيائون. سندن ضخيم تصنيفات ۽ تاليفات جو بہ خاصو تعدادُ آهي، جن مان ڪي اهمُ نالا هِي آهن:

1. ڳالهيون ڳوٺَ وڻَنِ جون.
2. هُو ڏوتِي هُو ڏينهَن.
3. تذڪره امير خاني.
4. تاريخَ مظهر شاهجهاني.
5. مقالات الشعراء.
6. مير معصوم بکري.

اِهي سندس شاهڪار تصنيفون تاليفون آهن. پاڻ انجمن ترقيءَ اردو جو مستقلُ ميمبر رهيو، اردو ڊيولپمينٽ بورڊ جو ميمبر تي رهيو، سنڌي ادبي بورڊ جو بہ مستقل ميمبر رهيو، ڪراچي يونيورسٽيءَ جي ائڪيڊيمڪِ ڪائونسلَ جو ميمبر هو، سنڌ يورنيورسٽيءَ جي سِينيٽَ جو ميمبر رهيو، سنڌ يونيورسٽيءَ جي سنڊيڪيٽ تي 1963ع کان ميمبر مقرر ٿيو، جنهن تي آخر تائين برقرار رهيو. پاڪستان سرڪار 1958ع ۾ نئشنل ميوزيم ٺاهڻ لاءِ هڪ ڪاميٽي جوڙي، اُن جو بہ راشدي صاحبُ آخر تائين ميمبرُ رهيو.

1964ع ۾ حڪومتَ پاڪستانِ طرفان کيس تمغہ امتياز ڏنو ويو.

1965ع ۾ کيس پاڪ روس ڪلچرل آئسوسئيشن جو نائب صدر چونڊيو ويو.

1966ع ۾ افغان حڪومت جي دعوتَ تي افغانستان ويو، جتي پاڪ افعان مشترڪ تاريخي ورثي ۽ لاڳاپي تي تحقيقي موادَ جو مطالعو ۽ موازنو ڪيائين.

1900ع ۾ ايران جي شاهہ جي دعوت تي ايران ويو، جتي شاهہ ايران فارسي زبان ۽ ادب جي تاريخ ۽ تحقيق جي خدمتن جي صلي طور کيس نشانِ سپاس (درجہ اول) عطا ڪيو.

پاڻَ پهرين اپريل 1982ع تي اسان سيني کي الوادع چئي، اهڙي پار هليا ويا، جيڏانهن هرڪو وڃي ٿو پر جِتان موٽڻُ ممڪنُ ناهي.

# رئيسُ غلام محمد خانُ پُرڳڙي

سنڌ جي جاگيرداري ۽ زميندارِي سماجَ ۾ ڪي بِنهِ ٿورا زميندارَ ۽ وڏيرا اهڙا به ٿِي گُذريا آهن، جي دستورِي وڏيرڪي مزاجَ سان گـهُمَنـڊَ، خودغرضِي، ڏاڍائِي، بي حسِي، غريبان مارَ، استحصالي عيبن کان آجا قرارُ ڏِئي سگهَجن ٿا. اُنهَن ۾ جناب غلام محمد خانَ پُرڳِڙيءَ کي سرفهرست ڳڻي سگهجي ٿو. هِن بظاهر رئيس ۽ وڏي زميندارَ جي جبلتَ ۾ انسانَ ذاتِ جي ڀَلائيءَ ۽ همدرديءَ جو ڪو اَنگوُرئون ڀَلو سَلو موجودُ هو. مظلومن، مسڪينَن ۽ غريبَنِ لاءِ هُن جو هَڏ ڪُرڪندو هو. اُنهي معاملي ۾ هُو ڏاڍو ڪو بي غرضُ، حَساسُ ۽ مخلصُ ماڻهو هو. هُنَ عامُ ماڻهنِ، هارِيُنِ نارِيُنِ ۽ پورهيتَ طبقي لاءِ جيڪي به سياسِي ۽ سماجِي ڪشالا ڪَيا ۽ اُنهن جي سُڌاري لاءِ جا بہ جدوجهد ڪئي، اُنَ جي پوئتان ڪا بہ نمائشي ڪيفيتَ ۽ واھہ واھہَ جي تمنا ڪانہ هُئي.

سنڌ جي هِن آزاد خيالَ، باهمتَ زميندارَ 1908ع ۾ انگلنڊَ مان بئريسٽريءَ جو امتحانُ پاسِ ڪيو ۽ حيدرآباد شهرَ ۾ اَچي وڪالتَ جِي فرمَ کوليائين ۽ اُن سان گڏوگڏ سياستَ ۾ بہ حصو وٺڻ شروع ڪيائين. اِن دورانِ شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ بہ مسلمانُ ٿي اَچي رئيسَ غلام محمد پرڳڙيءَ وٽ رهائش اختيار ڪئي. پرڳڙي صاحب جيئَن تہ "الامين" اخبار جاري ڪري چڪو هو، اُنَ جي ايڊيٽريءَ جي چارجَ شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ جي حوالي ڪيائين.

پرڳڙي صاحب 1909ع کان اِنڊين نئشنل ڪانگريسَ جو

ميمبرُ تي.رهيو ۽ هَرَ سال بِلا ناغي اُن جي اجلاسَنِ ۾ شرڪت ڪندو رهيو. ساڳئي سالَ جي آخر ۾ ”مِنٽو مارلي رفارمس“ تَحَتِ، نَيُون چُونڊُون ٿِيُون. اُنهنِ ۾ زميندارنِ ۽ جاگيردارنِ جي عيوضيءَ طورَ سنڌ مان رئيسُ غلام محمد خانُ ڀرڳڙي بمبئي ليجِسليٽِوَ ڪائونسلَ جو ميمبر چونڊجي ويو. ۽ 1920ع تائين اُن جو رُڪُنُ رَهَندو آيو. اُنهي مُدي دوران پاڻَ گهڻو ڪري غيرسرڪارِي پارٽيءَ ۾ رهي ڪم ڪيائين.

سنڌي مسلمانن ۾ تعليمَ جي گهٽتائيءَ کي محسوسُ ڪندي، پاڻ ”مسلم ايڊيوڪيشن سيس بِلُ“ تيار ڪري، ڪائونسلَ ۾ پيش ڪيائين، جنهن موجِبِ سنڌ جي هَرَ مسلمانَ زميندار کان ڍَلَ جي هڪ روپئي تي هِڪُ پَيسو اُگاڙي، هارِيُنِ جي ٻارن جي تعليم تي خرچُ ڪرڻو هو. پَرَ جڏهن ڀرڳڙي صاحب اُنَ بلَ جي تائيدَ لاءِ زميندارن کان صحيحن وٺڻ جي مهمَ شروع ڪئي، تہ زميندارن جي وڏيءَ اڪثريتَ اُنَ هڪَ پيسي ڏيڻَ کان صفا نابري وارِي: چي، ”هارين جا ٻارَ پڙهندا تہ آسان جي تابعداريءَ مان نڪري ويندا!“ حڪومتَ اڳيئي درپرده اُن بلَ جي مخالف هُئي. بهرحال، اُها تجويز بحالُ ٿِي نہ سگهِي!

سنڌُ ۾ رَسائِيءَ ۽ لاپي جي نالي ۾ سرڪاري ڪامورن جي گشت وقت اُنهنِ جي عياشين ۽ شاهہ خرچين لاءِ هڪڙِي غيرقانوني رَقَمَ زميندارنِ کان اُگاڙي ويندي هئي. اُن جي باوجودُ عام ۽ غريب ماڻهن کان بيگرِ ۾ ڪيترا ڪمَ ورتا ويندا هئا، جِن جو هُنن کي ڪوبہ اُجورو ڪونہ ڏنو ويندو هو. مثلاً، رستا ٺهرائڻُ، جَهنگُ وڍرائي صاف ڪرڻُ، تنبو کوڙائڻُ، ڪامورن جي وهٽن لاءِ گاهہ ۽ چارو ميسر ڪرڻُ، پاڻي ڀرائڻُ، رستن تي ڇٽڪار ڪرائڻُ، شڪار ڪرائڻُ،

وغيره. غريبن کي مار موچڙو هڻي، بي عزتو ڪري ڪاٺئن اِهي ڪمَ ورتا ويندا هئا، ان جو عيوضو تہ پري ٿيو پر مسڪينن کي مانيءَ جو هڪُ ويلو بہ ڪونہ ڪارايو ويندو هو!

رئيس پرڳڙي صاحبَ اُن نِسوري ناحَقَ ۽ ظلمَ کي بند ڪرائڻ لاءِ ڪائونسلَ ۾ زوردارُ موقفُ اختيار ڪري، تقريرون ڪيون ۽ اُن زيادتيءَ ۽ زبردستيءَ جي خلاف اِنڪواريءَ لاءِ حڪومت تي زورُ پريو. سرڪار اُنَ لاءِ آماده ٿِي، جنهن جي نتيجي ۾ جيڪي اَنگَ اکرَ پڌرا ٿيا، اُنهن ۾ اُها حقيقت جيئن جو تيئن صحيح نڪتي. سرڪار سختيءَ سان ڪامورن کي نوٽيسُ سرڪيولَرُ جاري ڪري اُن رسمَ کي بندِ ڪرڻ جا حڪمَ صادر ڪيا. مگر افسوسُ جو مڪمل طور وري بہ اُها ختمَ ٿِي نہ سگهي.

سنڌ کي بمبئي پريزيڊنسيءَ کان آزاد ڪرائي، ڪيس مڪمل صوبي ۽ صوبائي خودمختياريءَ جي حيثيت ڏيارڻ لاءِ رئيس صاحبَ ۽ سندس ساٿين، جهڙوڪ: شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ، سيٺ حاجي عبدالله هارونَ ۽ سيٺ هرچند راءِ وشنداسَ وغيره، گڏجي ڪوششون ڪيون، جنهن جي نتيجي ۾ نيٺ سنڌ بمبئيءَ جي بالادستيءَ کان نِجاتِ حاصل ڪئي ۽ ڪيسِ صوبي جو درجو مليو.

ٻيا مُکيہ مسئلا جِن ۾ خاص طرحَ "عام ماڻهن جو ڀلو" هو، اُنهن ۾ رئيسَ دلچسپي ورتي، ۽ اُنهن قانوني اقدامن واسطي بِلَ يا اُنهن جي تائيدَ ڪئي، اُهي هن ريت آهن:

1. اُردو پرائمري تعليم لاءِ ٺهراءُ.
2. چيريٽيز رجسٽريشن بِلُ.
3. اِريگيشَن بِلُ.
4. ڊسٽرڪٽ ميونسپل بِلُ.

5. فري ڪَمپلسري ايڊيوڪيشن بِلُ.
6. وليج پئنچائت بِلُ.
7. ڪاٽن ڪنٽرول بِلُ، وغيره.

ڪانگريسَ جو اُهو اهم اجلاس، جيڪو ڪراچيءَ ۾ 26، 27، 28، ڊسمبر 1913ع ۾ نواب محمد بهادر (جيڪو ٽيپو سلطان جي اولاد مان هو) جي صدارت ۾ ٿيو، جنهن ۾ رئيس غلام محمد ڀرڳڙيءَ کان علاوه سَر آغاخان، محمد علي جناح، لالا لجپت راءِ ۽ ٻيا سرڪردا ليڊر پڻُ شريڪُ ٿيا هئا. اُن اجلاس کان پوءِ ڪافِي سنڌي اڳواڻَ جناح صاحب ۽ ڀرڳڙي صاحب سان گڏجي، آگري ۾ ٿيندڙ آل انڊيا مسلم ليگَ جي اجلاس ۾ به وڃي شريڪُ ٿيا هُئا، جَنهن جي صدارت سر ابراهيم رحمت الله ڪئي. اُهو اجلاسُ ساڳئي سال 30 ڊسمبر 1931ع ۾ ٿيو. اُن ۾ مسلم ليگ هندستان لاءِ خود حڪومتَ جو ٺهراءُ پاس ڪيو.

رئيس غلام محمد ڀرڳڙيءَ اِنَ وچ ۾ جناح صاحب کان سواءِ جِن ٻين اهم سياسي اڳواڻن سان لاڳاپا قائم ڪيا ۽ گڏجي جدوجهد ڪئي، اُنهن ۾ راجا صاحب محمود آباد، غلام علي چاڳلا، مولانا ابوالڪلام آزاد، ڊاڪٽر مختيار احمدِ اِنصاري قابل ذڪر آهن.

جناح صاحبَ ۽ ڀرڳڙي صاحبَ جي گڏيل ڪوشش سان ڪانگريس ۽ مسلم ليگ ۾ هڪ سمجهوتو ٿيو، جنهن کي بعد ۾ ”لکنو پئڪٽ“ جي نالي سان سڏيو ويو.

ڀرڳڙي صاحبَ 15، 16، 17 فبروري 1920ع تي بمبئيءَ ۾ ٿيندڙ آل انڊيا خلافت ڪانفرنسَ جي اجلاسَ جي صدارت ڪئي. اُن اجلاس ۾ جن مکيه ماڻهن شرڪت ڪئي، اُنهن مان ڪن جا نالا هِي آهن:

(1) قائداعظم محمد علي جناح، (2) مولانا ابوالڪلام آزاد، (3) مولانا عبدالباري فرنگي محلي، (4) مولانا ظفر علي خان، (5) ڊاڪٽر سيف الدين ڪِچلُو، (6) مولانا حسرت موهاني، (7) مولوي فضل الحق (شيرِ بنگال)، (8) سيٺ حاجي عبدالله هارون، (9) پير رشد الله شاهہ جهنڊي وارو، وغيره.

اُن ڪانفرنس ۾ ڏهاڪو هزار کن ماڻهن شرڪت ڪئي، ۽ انگريزن جي خلافت پاليسيءَ کي سختيءَ سان ننديو ويو ۽ ان جي خلاف ٺهراءُ بحال ٿيو.

31 مارچ 1923ع ۾ لکنو ۾ آل انڊيا مسلم ليگ جو اجلاس ٿيو، اُن جي صدارت بہ رئيس غلام محمد خان ڀرڳڙيءَ ڪئي. اُن اجلاس ۾ ڪافي ميمبر جيلن ۾ هئڻ ڪري شريڪ نہ ٿي سگهيا هُئا. اُن ۾ راجا صاحب محمود آباد بهرحال شريڪ هو، ڀرڳڙي صاحبَ اُن اجلاس ۾ هڪُ تفصيلي صدارتي خطبو پڙهيو، جيڪو 58 صفحن تي مشتمل هو، جنهن ۾ اُن وقت جي قومي توڙي بين الاقوامي مسئلن تي سير حاصل بحث ڪيائين.

ڀرڳڙي صاحبُ وڏيءَ دل وارو، سخي ۽ مَتيرُ مڙس هو. زمينداريءَ مان چڱي پيدائش هُيس. ڪيس عياشين ۽ پئسي ميڙڻ جو حرص ڪونہ هو. وڪالت کي پيشو ڪري استعمال ڪونہ ڪيائين. اڪثر ڪيسَ مفتَ ۾ ڪڻندو هو. سنڌ جا اڪثر قومي ڪارڪنَ سندس مدد ۽ مهمان نوازيءَ مان مستفيد ٿيندا رهيا.

شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ جي مسلمان ٿيڻ تي، هندن جي داخل ڪيل ڪيس کي بہ ڀرڳڙي صاحب دوستيءَ ۾ هلايو.

حُرن کي جڏهن لوڙهن ۾ بند رکيو ويو، تڏهن اُنهن کي آزاد ڪرائڻ لاءِ بہ ڀرڳڙي صاحب ڪيسُ پاڻ هلايو.

پرڳڙيءَ صاحب جو مسلڪ ۽ مذهبي عقيدو صوفياڻو ۽ فرقيبنديءَ کان ڪوهين ڏُور هو. ڪٽرپڻي کان ڪيس ٻيچان هُئي. هِن درويش صفت، آزاد منش ۽ غريبن جي هڏڏوکيءَ، بئريسٽر، زميندار، اصول پرست ۽ ايماندار سياستدانَ 9 مارچ 1924ع تي نمونيا جي بيماريءَ ۾ وفات ڪئي.

حيدرآباد جا هزارين شهري جن ۾ مسلمان، هندو،مرد عورتون سيني فرقي جا ماڻهو شامل هُئا، سندس جنازي ۾ غمناڪ تي شريڪ ٿيا. کيس پنهنجي ڳوٺ ڏينگاڻ (ٿرپارڪر ضلعي) جي سندن آبائي قبرستان ۾ دفن ڪيو ويو.

# سَر حاجي عبدالله هارون

جهڙيءَ طرح سنڌ جي مُسلمان زميندارن ۽ آبادگارن ۾ رئيس غلام محمد خان ڀرڳڙي هڪ مخلص، باهمت قومي، سياسي ۽ سماجي ڪارڪنُ ۽ رهنما ٿِي ڪم ڪيو، ساڳيءَ طرحَ سنڌ جي مسلمانَ واپارِي طبقي مان سَر حاجي عبدالله هارونَ بہ ملڪ ۽ ماڻهن جي ڀلائيءَ لاءِ بي غرضُ ٿي قومي خدمت جو فرض بجا آندو.

هُن جا وڏا اصل ڪڇ جي لوهاڻہ هندن مان مسلمانَ ٿي، ”موئمن“ ۽ پوءِ ميمڻ سڏجڻ لڳا. هُن جي قبيلي جو هِڪ فرد ميان هارون سنڌ تي انگريزن جي حملي ۽ قبضي کان پوءِ 1858ع ڌاري واپار جي خيال کان لڏي اچي ڪراچيءَ ۾ ويٺو. اُنهي ساڳئي دَورَ ۾ بمبئيءَ کان عَلوِي ڪٽنب جا بوهرا ۽ ڊِنشا قبيلي جا پارسي بہ لڏي اچي ڪراچيءَ ويٺا ۽ واپار جو شغلُ اختيارُ ڪيائون.

سيٺ هارونَ کي بہ فرزند هُئا، هڪ جو نالو محمد عثمان ۽ ٻئي جو نالو عبدالله هو، جو پوءِ ”سَر حاجي عبدالله هارون“ جي نالي سان مشهور ٿيو. پاڻ سنہ 1872ع ڌاري ڄائو، اڃا ڇهن سالن جو ٻارُ هو، تہ سندس والدُ وفات ڪري ويو، ۽ سندس والده هُن جي پروش ۽ تعليمَ جو بار پنهنجي ڪلهن تي کڻي، ڏاڍيءَ هوشمنديءَ ۽ جرئتَ جو ثبوت پيش ڪيو. ڪيس پهريائين گجراتي اِسڪُولَ ۾ داخل ڪرايائين ۽ پوءِ انگريزي اسڪُولَ ۾ تعليم ڏياريائين.

هن پهريائين ننڍي پيماني تي واپار شروع ڪيو. پر پوءِ پنهنجي محنت ۽ ايمانداريءَ سان وڏو واپاري بڻيو. واپار ۾، سندس هِڪُ سونهري اصول هيءُ هو تہ پاڻ مُوڙيءَ کي خيال ۾ رکي، واپارُ ۽

ڪاروبار ڪندو هو، ۽ گهٽي يا ترت فائدي جي لالچ ۾ پنهنجي ناموس جي جوکم کڻڻ جو عادي نہ هو. ڪمائيءَ مان زڪوات جي رقم هر سال باقاعدگيءَ ۽ ايمانداريءَ سان ادا ڪندو هو.

واپار کان پوءِ پاڻ سياست ۽ سماجي ڀلائيءَ جي ڪمن ۾ حصو وٺڻ شروع ڪيائين. 1889ع ۾ حج جو فرض ادا ڪيائين. 1937ع ۾ کيس سَر جو خطاب مليو. 1939ع ۾ خاندان سميت اوٽاوا (ڪئناڊا) ۾ سڏايل اقتصادي ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿيو، ۽ موقعي ملڻَ تي يورپَ جو سير ڪيائين. سندس وڏي فرزند يوسف هارون جي شادي آغاخان جي ڪٽنب مان ٿي.

پاڻ 1901ع کان سياسي زندگيءَ جو آغاز ڪري چڪو هو. بتدريج ان وقت جي اهم سياسي اڳواڻن جهڙوڪ سَر آغا خان، مولانا آزاد، حڪيم اجمل خان، مير ايوب خان، جمشيد مهتا، هرچند راءِ وشنداس، غلام علي چاڳلا جن سان لاڳاپا قائم ڪيائين، ۽ اُنهن سان گڏجِي ڪَمَ ڪرڻ جو موقعو مليس. اُن وچ ۾ قائداعظم جناح صاحب سان گهاٽا لاڳاپا جوڙيائين ۽ مسلم ليگ ۾ شموليت اختيار ڪيائين.

سيپٽمبر 1919ع ۾ طرابلس جي جنگ لڳِي، تہ ترڪن جي مدد لاءِ ”هلال احمر“ نالي ڪميٽيون سڄي هندستان ۾ جوڙيون ويون، جيئن چندا ڪري پيسا ۽ ٻيو ضروري سامان ڪٺو ڪري، ترڪن لاءِ موڪلجي. سنڌ جي هلال احمر ڪميٽيءَ جو سيڪريٽري ۽ خزانچي بہ سر عبدالله هارون کي چونڊيو ويو.

1929ع ۾ هند سرڪار طرفان بئنڪنگ انڪوائري ڪميٽي ٺهي، تہ حاجي عبدالله هارون ان جو ميمبر مقرر ٿيو. 1930ع ۾ آل انڊيا مسلم ليگ ڪانفرنس الهہ آباد ۾ منعقد ٿي، جنهن جي صدارت

سيٺ حاجي عبدالله هارون ڪئي، ۽ اُن ۾ مسلمانن جي تنظيم، تعليم جي مسئلن تي ٺهراءُ بحال ٿيا. دهليءَ ۾ ساڳئي سال آل انڊيا مسلم ڪانفرنس سَر آغا خان جي صدارتَ ۾ ٿي، جنهن ۾ پڻ حاجي عبدالله هارون شرڪت ڪئي. 1930ع ۾ سنڌ جي مسلمانن طرفان سنڌ جي مالي حالت جو تجزيو ڪرڻ لاءِ هڪ جانچ ڪميٽي مقرر ڪرڻ جو مطالبو ٿيو. سيٺ عبدالله هارون کي ان جو سيڪريٽري مقرر ڪيو ويو ۽ ان عهدي تي هُن 1935ع تائين رهي ڪم ڪيو.

هندستان ۾ ڪانگريس جي رويي کان مجبور ٿي بنگال ۽ پنجاب جي وڏن وزيرن مسلم ليگ ۾ شموليت اختيار ڪري ورتي هُئي ۽ جڏهن سنڌ ۾ بہ ڪانگريس جي قول ۽ فعل ۾ تضاد ظاهر ٿيڻ لڳا، تہ ڪراچيءَ ۾ جناب محمد علي جناح قائداعظم جي صدارت ۾ مسلم ليگ جو اجلاس سڏايو ويو، جنهن ۾ مرحبائي ڪميٽيءَ جو صدارتي خطبو سَر حاجي عبدالله هارون پڙهيو، ۽ خاص طرح اُن کان پوءِ حاجي صاحبَ مسلم ليگ جو مکيہ ۽ مخلصُ رڪنُ ٿي ڪم ڪرڻ شروع ڪيو. کيس سنڌ کان ٻاهر صدارتن لاءِ ڪافي مرتبا سڏايو ويو. 1941ع ۾ لائلپور جي شاگردن جي ڪانفرنس ٿي، جنهن جي صدارت پاڻ ڪيائين تہ 1942ع ۾ الهہ آباد ۽ انڊيا سيرت ڪانفرنس ٿي، جنهن جي صدارت بہ جناب عبدالله هارون ڪئي.

27 اپريل 1942ع تي حاجي صاحب اوچتو دل جي دوري پوڻ ڪري وفات ڪري ويو. مرڪزي اسيمبليءَ ۾ سندس خالي ڪيل جاءِ تي سندس فرزند يوسف هارون بِنا مقابلي چونڊجي آيو. سنڌ ۾ سنڌي مسلمانن جي عام ڀلي لاءِ سوچيندڙ ۽ فعال

سياستدان سيٺ سر حاجي عبدالله هارون جو خال اهڙو هو، جو پرجي نہ سگهيو. پاڻ سنڌ ۾ تعليمي، سماجي، اقتصادي ۽ سياسي سڌارن آڻڻ لاءِ هڪ مخلص ۽ سچار ڪارڪن جي حيثيت سان جيترو سرمايو، وقتُ ۽ محنت ڪم ۾ آندائين، ان لحاظ کان سندس شخصيت بجا طور تي سنڌ ۽ پاڪستان جي صف اول جي رهنمائن ۾ شامل ٿيڻ جي مستحق آهي.

# عمر مارئي

عمر سومري جي زماني ۾، ٿر مَلڪَ جي ملير ڳوٺَ ۾، پالِڻي
نالي هڪ پُهنوارُ رهندو هو. هيءُ مِسڪين مارو ۽ سندس زال ماڏوئِي
سارو ڏينهن مالَ سان پَهُري، اُن کي جهنگَ چاري ايندا هئا. سندن
گذرانُ ڏٽَ ڏونري ۽ جهڻ مکڻ تي هوندو هو. ڪجهہ ڀِني پارو بہ
هُئَنِ جنهن جي پوکَ ڦوگَ نالي هڪ هارِيءَ جي همراهيءَ سان
ڪندا هئا. کين سِڪي پِني هڪ نياڻي ڄائِي هئي، جا چاپندي حُور
جهڙي حسين هِئي ۽ جيئن ويئي وڌندِي تيئن ويئِي هيڪارِي سونهن
۾ سرسُ ٿيندي. آخر جڏهن سامائِي، تڏهن سندسِ حسنَ جي هاڪَ
هنڌين ماڳين هُلِي ويئِي. اُها سوپياوانِ سندُرِي، جا مارُو قومَ جو
مَرَڪُ هئِي، تنهن کي سڏيندائي "مارُئِي" هئا.

پالِڻي کان ئي ڦوڳ جو مارئيءَ تي ڏاڍو ارواحُ هو. سو هاڻي تہ
سندس جوانيءَ جو جلوو پسِي، ويترِ مٿس مستُ ٿِي پيو. آخر پاڻ
جهلي نہ سگهيو، هڪ ڏينهن وڃُهہ وِني پالڻي کان مارئِيءَ جو سنگُ
گهريائين. پالڻي تہ مارئيءَ جي ماٽِي پنهنجي هڪ نياتِيءَ، کيتَ سينَ،
سان اڳيئِي ڪري ڇڏِي هئِي، سو صفا نابري واريائين. ڦوڳَ جُون
آسُون اُميدُون سڀُ پٽِ پئجي ويُون ۽ نُهن کان چوٽِيءَ تائين باهہِ وِٺي
ويس. پوءِ تہ ساڙي ۽ حسدَ وچان ويرَ وٺڻَ جُون، سِٿُون سٽڻ لڳو.
پهہَ پچائي پچائي، آخر اها رٿَ رٿيائين تہ ڪو حيلو هلائي، مارئيءَ کي
عمر جي قندي ۾ ڦاسايان. اُنهِيءَ مرادَ سان مليرُ ڇڏي، اُتي
امرڪوٽ ڏي پندِ پيو، ۽ سَٿُون ڏيندو سُتت ئي اچِي مَنزلَ مقصُود
تي پهتو. عمرُ اوڏِي مهل پنهنجن اميرن وزيرن سان ڪچهرِي ڪيو

وينو هو، ۽ کين هدايتُون پئي ڪيائين ته رعيتَ سان ستمُ ڪرڻُ آهي پنهنجي پيرَ تي ڪهاڙو هڻڻ. اوچتو سندس اک وڃي ڦوڳ تي پيئي، جو درَ وٽ دادَ لاءِ دانهُون ڪري رهيو هو. هُن کي هڪدم سڏائي، ڪائنس پڇيائين ته ”تُون ڪيرُ آهين ۽ توسان ڪهڙي ويڌن آهي؟“ ڦوڳ هٿ ادبَ جا ٻڌي عرضُ ڪيو ته ”جيئندا قبلا! هن بندي کي حضُور جن سان هڪ خلاصي خبرَ ڪرڻي آهي.“ عمرَ انهيءَ ساعتِ ڪچهري برخاستِ ڪئي، ۽ ڦوڳ کي فرمايو ته ”چئُ، جيڪي چوڻو هجيئي.“ ڦوڳ عرض ڪيو ته ”جهان پناهَ! ملير جي ڳوٺ ۾ مارئيءَ نالي هڪ نينگر آهي، جنهن جي ڪهڙي صفت ڪريان. آهي سا ڌنار جي ڌيءَ پر سج به سندس اڳيان سرُ نمائي ٿو. لڱن تي ليڙون اٿسِ، پر جي لاڪيڻو لباسُ پهري ته هوندَ پَريُن کي به پري بيهاري. اهڙي منَ موهڻي صورت شاهي محلات ۾ ٺهي سونهي.“

اِهو حالُ سڻي عمرَ کي نياءَ جُون نصيحتُون وسري ويُون، مارئيءَ جي انَ ڏٺل صُورتَ تي آڪَنُ چَڪَنُ ٿي پيو ۽ پڪو پِرڻُ ڪيائين ته ڪيس حيلي بهاني هَٿِ ڪري، پنهنجي پَٽَ راڻي بڻائيندس. پوءِ پاڻ ۽ ڦوڳُ ويس بدلائي، وهٽَ پلاڻي، مليرَ ڏي ڪاهيندا ويا. ٻه چار منزلُون ماري، ٽئين ڏينهن سجَ اُبرئي ئي، اچي ملير کي اوڏو پيا. هاڻِ پاڻَ ۾ پهڻَ لڳا ته ڪهڙيءَ ريتِ مارئيءَ کي ڦُسلائي ڦندي ۾ آڻجي. اُهي ڳهاڻَ ڳهڙيندا، اچي ڳوٺَ واري کوهه وٽ نڪتا. ٿرَ جا کوهه اڪثر اُونها ٿين ٿا، جن مان پاڻي ڪڍَڻُ البت وقت پُڇي. اُنهيءَ سبب ٿرَ جايُون آڏيءَ اُٺي، سنجڻ ويندُيون آهن، ۽ جيڪي ويسليُون ٿي سمهي رهنديون آهن، تن کي ڏينهن جو وارو مشڪل ملندو آهي، جوته پوءِ گهر جي ٻيءَ ورتڻ ۾ ئي رڌلُ رهنديُون

آهن. مارئيءَ بہ راجَ جي رواجَ پٽاندڙ، هر روزُ وڏيءَ ويرَ اُٿي، کوهہ تان پاڻي پرڻ ويندي هئي. قضا سان اڄ ننڍَ نهوڙي نيو هوس، سو جيئن جاڳي، تيئن گهڙو کڻي، اُٿي کوهہَ ڏي هلي. اُتي سندسِ هڪ ساهيڙي بہ بيٺي هئي، جنهن سان اڃان ڪِلياڻين ڪِيڪارياڻين پئي، تہ اوچتو سندس اکِ پريان اُٺَ تي ايندڙَ مسافرن تِي وڃِي پيئي. اُنهن اوٺُو آدمين کي ڏسِي مارئِي هيسجِي وئي، ۽ گهڙو اتي ئِي ڦٽو ڪري، پويان پير ڪرڻ لڳي، پر سندس ساهيڙيءَ کيس همٿائي چيو تہ ”چو ٿِي ڇرڪين؟ هِي ويچارا ڪي واٽهڙُو ٿا ڏسجن. الائجي مٿان پاڻَ ۽ سندس وهٽَ اڃايل هجن ۽ پاڻيءَ لاءِ هيڏانهن ايندا هجن. گهٽي ۾ گهٽو تہ بہ پاڻ کان پاڻيءَ لپَ گهرندا، ۽ اُنَ جي عيوضِ پاڻ بہ ڪانئن ملڪَ جو واءُ سواءُ لهنديون سين.“ ساهيڙِيءَ جي صلاحَ تي لڳي، جهڙو موٽِي تڙَ تِي آئِي تہ واٽهڙُو بہ اچِي مٿان ڪَڙڪيا. ڦوڳُ اڳيئِي عمرَ کي ڦُوڪَ ڏيئي ڇڏِي هئِي تہ ”مارئي اِها اتيئي“. اهڙو حسنُ پسِي، عمَر جي نينهن کي نٽُون نيشُ اچِي ويو. پوءِ پاڻِي پيئڻ جو بَهانو ڪري اُٺُ هُشائي، لهي هيٺ ٿيو، ۽ اڳيرو وڌي مارئيءَ کي منٿ ڪيائين تہ ”پاڻيءَ ڍُڪُ پيارِ.“

ويچاريءَ وسُوڙلِ جيئن پاڻُ پري عمرَ کي ٿي آچيو، تيئن هن کيس ٻانهن کان جهلي کڻِي اٺ تي چاڙهيو ۽ واڳُون ونِي، اِتي وطنَ ڏي وريو.

امرڪوٽِ اچڻَ سان، عمرَ مارئيءَ کي نيئي وڃي محلات ۾ قابُو ڪيو. رات جو وٽس لِنگهي ويو. ڏسي تہ هُوءَ رتُ پيئي روئي. سو کيسِ ليلائي چوڻ لڳو تہ ”روجَ راڙي مان ڇا ورندو؟ ڏڌو کير ورِي ٽٽين ڪين پوندو، هاڻي هتي ئي رهي، منهنجِي پٽَ راڻِي ٿِي ويهہ. منهنجُون ٻيون سڀُ راڻيُون تنهنجُون گوليُون ٿِي گذاريندِيُون، ۽ آءٌ بہ

ساري عُمر تنهنجو ٻڌو ٻانهون تي رهندس.“ پر مارئي جيئن ويئي پنهنجا پڪا ۽ پهنوارَ يادِ ڪندي، تيئن ويترِ ويئي هنجُون هاريندي. آخر جڏهن عمرَ گهڻو ستايس، تڏهن جوابُ ڏنائينسِ ته ”منهنجُون ڪيتَ سينَ سان ازلَ ڪان ئي لائُون لڱل آهن. سو هُن ٻنان منهنجو جيءُ ٻئي ڪنهن سان مُورُ نه ٻَجَهندو. مِهرَ ڪري، مون کي موڪل ڏي ته آءُ موٽي ملير وڃان“. پر عمرُ نه مڙيو ۽ سمجهيائين ته جيئن وقت ويندو گذرندو، تيئن مارئي ويندي هوڏ تان هٽندي. سندس اها اميدَ اجائي هئي. جيئن ويئي ويرمَ پوندي، تيئن مارئيءَ جي منَ ۾ ويئي عمرَ لاءِ ڏڪارَ وڌيڪَ ٿيندي. راتو ڏينهن سانگين کي ساري، پيئي جُهرندي ۽ جهڄندي هئي. پر اُنهن مان ٻه ڪو واهرُو ڪونه وريو.

عمر ٻه سنديس پچرَ نه ڇڏي، روزُ رات جو وجي لالچُون ڏيئي ريهيندو ريبيندو هوس. پر مارئيءَ پڪن جي پريتِ ماڙين سان مُورُ نه مَٽي، مارن لاءِ جا اندرَ ۾ اڪيرَ هيسِ، سا هرگزِ ماٺي نه ٿي ٿيسِ. عمرَ جي پَٽَ پٽيهرنْ ۽ بخمل بافتن کي آباٽيءَ لوئيءَ جو مَٽُ نه ڪيائين. هن جي سونن رُوپن ڳهڻن، عطرن، عبيرن، ڦُلاهن ست رڇين ۽ ميوُن مٺاين کي تِڇُ سمان ڪري سمجهيائين. عمرَ گهڻوئي ڏُتاريس، پر وريوئي ڪينَ. آخر ڏمرَ وچان ڪٽي ڪوٽَ ۾ قيد ڪيائينسِ. بس، پوءِ ته ويچاريءَ کي ٻنهي پارين حياتي وهُ ٿي آئي. هيڏانهن عمرَ جا اهنجَ ۽ ايذاءَ، هوڏانهن مارن جي لاغرضي ۽ بيپرواهي. اُتر لڳي، کوهه تان ڪجي آئي هئي، مٿان اچي واهوندا وريا. مارُن جُون مُندَ مندَ جُون هاجُون ياد ڪري هنجُون پيئي هاريندي هئي. سندسِ وَرلاپَ ٻڌي واتهڙو ٻه اکين مان آبُ پيا آڻيندا هئا. جي سانپيڙا اِچي سار لهنس ها، ته بنديِ بندُ نه ساري ها.

هاڻي اِڇي مينهن جي موسم ٿي آهي، مارُو مالُ ڪاهي، ڏِئين پَئين پکڙجي ويا آهن. هرڪو پنهنجي هاجَ ڪمَ ۾ ئي پُورو آهي، مارئيءَ جو محلن ۾ هينئون پيو مُنجهي. نااُميدَ ۽ نراسائي وڪوڙي وِئي اٿس.ڪَتي ليڙُون ليڙَ ٿي ويئي اٿس. چڳُن ۾ چيڙهَ پئجي ويا اٿس. دل ۾ جا دردَ جي دُونهين پِئي دکيس، تنهن هٽي منهن ميرو ڪري وڌو اٿس. ڪاڏو پيتو چِڏي ڏنو اٿس ۽ مرڻ وهيٽي اچي ٿي آهي. سو عمر کي سڏائي کيس ٻاڏائي چوي ٿي تہ "جيئري تہ آجاڻيءَ جو ڏينهن نہ ڏٺم. هاڻ وطن لاءِ واجهائيندي، جي هت مري وڃان تہ مِهرَ ڪري، منهنجو مڙهُ ملير روانو ڪج، ۽ ڪفنُ منهنجو مرُ ۽ لوبانَ سان واسڻ بدران، اُن کي منهنجي ڏاڏاڻي ڏيهہَ جي ولين جو واسُ ڏج." ائين چئي ساڻي ٿي ڪري پيئي.

مارئيءَ کي ايئن بيحال ڏسي، عمر جي دل اٿلي آئي. سو هڪدم سندس بندَ خلاصُ ڪرڻ جو پَهُ ڪيائين.

هُن جو اهڙو ستُ ۽ سچائي ڏسي، سَندسُ مِنُ پڄي پيو، ۽ هِن سَتيءَ سُلڇڻيءَ کي پنهنجي سڳي ڀيڻُ ڪري سمجهڻَ لڳو، ۽ هُن جي مارن ڏانهن ماڻهو مڪائين تہ "اچي پنهنجي امانت وٺي وڃو." هي سنيهو سڻي، ويچارن مارن ۾ نئون ساهُ پيو، پر شڪُ پين تہ متان عمرُ اسان کي ڪوڙو دلبو ڏيندو هجي، سو هڪُ اوٺي سنيرائي روانو ڪيائون تہ وڃي سُڌِ سَماءُ لهي اچي. اوٺيءَ آمرڪوٽ ۾ پهچي، مارئيءَ سان ملاقاتِ ڪئي ۽ دلداري ڏنائينس تہ "جهڙو ستُ سَيل رکيو اٿيئي، تهڙو ئي رکيو اڇجانءِ. اِجهو واهرُو ورياڪي وريا." پوءِ وَهلوئي ملير موٽيو ۽ مارن کي وڃي سارو حال سُڻايائين. ساري ڏيهہ ۾ واڌايُون وري ويئُون. پوءِ تہ مارئيءَ جا مائٽ ۽ ڪيتُ سينُ گڏجي امرڪوٽ آيا. عمرَ ساڻن وڏا سهجَ ڪيا. ۽ مارئيءَ کي

سوڪڙيُون سڙيُون ڏيئي ڪيس سندن حوالي ڪيو.

پر ڪيتَ سينَ جي منَ ۾ مارئيءَ بنسبتِ بدگمانُ ويهي ويو هو، ۽ ڪانئس گوشو پيو ڪندو هو، ۽ اٿندي ويهندي ويڻَ پيو وجهندو هوس.

سانگي سان عمرَ کي پتو پئجي ويو تہ ڪيئن نہ ڪيتُ سينُ مارئيءَ جي سَتَ ۾ شڪُ آڻي، خود سندس بدنامي ڪري رهيو آهي. ڏاڍي مٺيان لڳيَس. سو هڪدم فوجَ سنيرائي مارن تي حملو ڪرايائين. مارن کي ڪڙڪَ پئجي ويئي، سو اُٿي ڀڳا. هاڻي تہ هيڪاري چؤ پچؤ ٿيڻ لڳي. تنهن تي عمرُ ماڻهن کي ٻہ چوڻَ لڳو تہ "هِن سَتِيءَ جو ورُ چوٿو ڪيس مفت آزاري؟ اِها ڪا خبر پويس ٿِي تہ اٿين ڪرڻ سان پنهنجيءَ نُور جيان شفاف زالَ سان ڪيڏو انياءُ ڪري رهيو آهي! هوڏانهن هيءَ سچي روئداد ڏسِي، مارئيءَ کي ڏاڍو ارمانُ ٿيو، پوءِ مارن جي هِيءَ پاڪدامن نياڻي، نيات جي زالن کي تسليٰ ڏيِئي، پنهنجي معصوم مَنَ جي زور تي سڌو عمرَ وٽ لنگهِي ويئي، ۽ وڃِي چيائينس تہ "تُون هِن ملڪَ جو والِي آهين، جي اهڙا ابتا پارَ نہ هلين ها، تہ اڄُ نہ پاڻَ کي پٽائين ها، نہ مُون کي. پرائيءَ لڄَ کي ٻارهن مهينا ڪوٽ ۾ قابُو رکي، ناحق هُن کي شڪَ شبهي جو شڪارُ بنائيئي! لوڪَ کي سچَ ڪوڙَ جِي ڪهڙي ڪَل؟ جي اسان تي بهتانُ رکيائُون، تہ اِنَ ۾ ڪهڙو عجب؟ غيرت وچان جي منهنجو پيتارُ مُون کي هٽِي ماري وجهي، تہ بہ ڏوهِي نہ چئبو. تلافِي تہ ڪا نہ ڪَيئہ، اٽلو آيو آهين ڏکويلن کي وڌيڪ ڏکوئڻ! پنهنجا افعال ساري امينُ ٿِي ڏس، تہ ڪنهن جو ڏوهہُ آهي؟" عمر کي اِها ڳالهہ دِل سان لڳِي اَئِي، ۽ پنهنجي ڪئي ڪان پشيمانُ ٿِي، فوجَ واپس گهرائي ورتائين. پوءِ ڪيتَ سينَ کي سڏائي چيائين تہ

”قسم ڪٽِي ٿو چوان تہ مُون ڪان ڪا خيانتَ سرزد ڪانہ ٿِي آهي. انهيءَ ڳالهہ کي ثابتُ ڪرڻ لاءِ آءٌ ڪهڙيءَ بہ پريڪشا لاءِ تيارُ آهيان.“
پر مارئِي چيو تہ ”پريڪشا مُون کي ٿي جڳائي، مَنَ اِئين ٿي پاڻ تان ۽ پنهنجي ڪُرَ تان ڪارنهن جو ٽڪو لاهيان!“ اِها رٿ قبُول ٿِي. پوءِ هڪ آڙاهہ تيارُ ڪرايو ويو، ۽ منجهس هڪ لوهہ جي سيخَ تپائڻ لاءِ وڌِي ويئِي. جڏهن اُها تپِي لعل ٿِي، ۽ ڪنوڻِ جيئان جهلڪا ڏيڻ لڳِي، تڏهن مارئِي اُن کي هٿن ۾ جهلي بيٺِي. خدا جِي جوڙَ، جو لَهَسَ بہ ڪانہ آيس. هاٿي سيني جي نظرَ ۾ هوءَ سڀَ عيبَ کان اَجِي ٿِي، ۽ جڳَ کي تصديق ٿِي تہ هوءَ تحقيقُ سَتِي آهي. قدرت جو اهڙو عجبُ رنگُ پسِي، عمرُ بہ پنهنجِي سچائِي ثابتُ ڪرڻ لاءِ متي مچَ ۾ ڪاهي پيو. سندسِ وارُ بہ ونگو نہ ٿيو. هاڻ ماڻهن جا وات بند ٿي ويا. هِن کان پوءِ مارن جو ۽ سڄي ملير ديس جو مُنهن مٿي ٿيو، ڪيتُ سين ۽ مارئِي بہ پاڻ ۾ ڪيرُ ڪندُ ٿيا ۽ پنهنجي سڄي راج ڀاڳ سان باقي حياتيءَ جا ڏينهنَ هُو سڪَ سانتِ ۾ گذارڻ لڳا.

# سَسُئِي ۽ پُنهُون

راجا دَلُوراءِ جي زماني ۾ ڀانيرِواهہَ جي ڀَر تي، تاتيا نالي هڪ ٻانيڻُ رهندو هو. پاڻَ ۽ سَندَس ِ گهرَ وارِي، جنهن جو نالو مُنڌارِ هو، سي ٻئِي اولاد لاءِ سڪايلَ هئا. نيٺ پيرِيءَ ۾ کين هڪ نياڻِي ڄائِي، جا سونهن ۾ چوڏهينءَ جي چنڊَ کي ٻہ شَهہَ ڏيئِي وَئِي. پر سندس ستاري مان معلوم ٿيو تہ سندس انگُ ڪنهن مسلمانَ سان اڙيلُ آهي، اهڙيءَ شُهُرَتَ ۽ بدناميءَ کان پاڻُ بچائڻَ لاءِ تاتيا ۽ سندس ناريءَ اُنهي ٻي بها موتيءَ کي وڏي افسوس سان صندوق جي سِپَ ۾ دَرجُ ڪري، درياءَ ۾ داخلُ ڪيو. صندوق لهرن ۾ لڙهندي، قضا سان اچي ڀنڀورَ جي پرسان ڪناري تي نڪتي. اُنهيءَ شهر ۾ محمد نالي هڪُ ڌوٻِي رهندو هو، جنهن کي "لالا" بہ ڪري سڏيندا هئا. سندس ِ هٿَ هيٺِ پنج سَوَ ڪارِيگرَ ڪمائيندا هئا، ۽ چڱِيءَ پُونجِيءَ وارو هو. پر ويچاري کي اولادُ پٽِيءَ ڪونہ هو. جڏهن ڪاريگرن جِي نظر اُن پيتيءَ تي پيئي، تڏهن اُن کي پاڻِيءَ مان ڪڍي، پنهنجي استادَ وٽ کڻِي آيا. ڌوٻِي صندُوق کولي جان کڻِي ڏسي، تہ هڪ سدا سهڻو ٻار منجهس سُتو پيو آهي! ٻارُ کڻي پنهنجي گودِ لاتائين ۽ مَتس "سسئِي" نالو رکيائون، جنهن جي معنيٰ آهي "چَنڊُ" (سن. شِشِي). سندس زالَ سسئي کي گهٽي لاڏ ڪوڏ مان نپائڻَ لڳِي. ماٺهو سندس موهٽِيءَ صُورتَ تي مفتُونُ ٿي پيا، ۽ جيڏانهن ويندِي هِئي، تيڏانهن سندس ِ چنڊَ جهڙي مُنهن جي چوڏارِي ڪَتِيءَ جي تارن وانگر ميڙ ڪري بيهندا هئا. گاڏَرَ جُون اکيُون بہ سسئِي کي ڏسيو پيُون ٺرنديُون هيُون ۽ هُنَ جي سڪَ ۽ آرام لاءِ هُو هرڪا

ڪوشش ڪندو هو: هُن لاءِ هڪ عاليشان محلُ اڏاياائين، جنهن جي چوڌارِي هڪ وڏو باغُ رکاياائين، جنهن ۾ هوءَ پنهنجي سهيلين سان گڏجي آتڻَ ۾ ويهي ڪتيندِي هئِي.

اُنَ زماني ۾ ڪيچ مڪران جا قافلا ڀنڀورَ جي شهرَ مان لنگهي، ٺٽي ۽ ٻين ملڪن ڏانهن واپار ڪرڻ لاءِ ويندا هئا ۽ سسئِي جي سونهن جُون هاڪُون ٻڌندا وتندا هئا. نيٺ ڪِنِ وڃِي اِها خبر ڪيچ جي حاڪم آريءَ ڄام جي پٽَ پنهونءَ کي سڻائِي. ٻڌڻَ شرط پنهونءَ جِي دلِ ديوانِي ٿِي پيئِي، ۽ هُو واپارِيءَ جو ويس ڪري هڪ وڏو قافلو سنيرائِي، مشڪَ ۽ عنبر جا انبار سانڻُ ڪري، جلدئي اچِي ڀنڀور ۾ واردُ ٿيو، جن جي ڪٿُورِيءَ ۽ خُوشبوءِ سان هڪدم سارو شهر واسجِي ويو. سَسُئِي کي جڏهن اهڙي سڌِ پيئي، تڏهن عطرَ سودڻَ جي ارادي سان هارُ سينگار ڪري سهيلين سميتِ، پنهونءَ جي منزلِ تي ويئِي. سسئِيءَ جي صورتَ ڏسِي پنهونءَ جو هينئڙو هيڪارِي هٿن مان ڇنائي ويو. هوڏانهن وري سسئِيءَ کي بہ پنهونءَ جي پيشانِيءَ پسڻَ شرطِ، پريتِ جو پيچ پئجِي ويو، ۽ هُن نيٺ پنهنجي اندر جو آوازُ هڪ سکِيءَ سان اوريو، جنهن کي منٿ ڪيائين تہ ڪابہ تجويزَ ويڙهائي، اَبي کي ريهي ريبي، منهنجو پنهونءَ سان سڱُ ڪر آءِ!" سهيلِيءَ وڃي ڏوڀِيءَ سان ڳالهہ ڪئِي ۽ پنهونءَ جي شرافت ۽ دولتَ جي ساراهہ ڪئِي، پر ڏوڀِيءَ انڪارُ ڪيو. ۽ چيائين تہ "هڪڙو تہ پنهُون پرديسِي آهي، ۽ ٻيو تہ اسان جي ذاتِ جو نہ آهي." پرَ سکِيءَ ڪيسِ پڪَ ڏني تہ پنهُون بہ ذاتِ جو ڳاڏَرُ آهي ۽ چيائينسِ تہ "جيڪڏهن ويساهہُ نہ ٿو اچيئي تہ ڪيسِ آزمائي ڏسُ." ڪئِيءَ اِها ڳالهہ قبُولُ ڪئِي، ۽ پنهُونءَ کي گهرائي، آزمائِش وٺڻ لاءِ هن کي چيائينَ تہ "ڪيپَ ڏوئِي اچ." پنهُونءَ جا نازڪُ هٿَ

ڦرَهي تي ڪپڙا سَٽيندي لِڦُون ٿي ويا. نيٺ ڪپڙن کي ڇيري ڦاڙي اڇِي ڪٺِيءَ جي گهر نڪتو، ۽ ملُولُ ٿِي، ڪنڌ ۾ ويهي رهيو. سسئِيءَ کيس دلداري ڏيئي چيو تہ ”ڀولو نہ آهي. هاڻِ ڇا ڪر، جو هرهڪ ڦاٽل ڪپڙي جي تهہ ۾ هڪ سوني مهرَ وجهِي ڇڏِ، تہ پوءِ ڪٺان بہ شڪايتَ ڪانہ ايندِي.“ پنهون، ائين ڪري، ڪپڙا مالڪن کي پهچائي آيو، ۽ ڪنهن وٽان بہ ڌوبِيءَ کي ڪابہ دانهن ڪانہ رسِي. هاڻِي ڌوبِيءَ کي تسلِي ٿِي، جنهن کيسِ سسئِيءَ جو سگَ ڏيڻُ قبُوليو.

اُنهيءَ وچ ۾، هڪ ڀاڙي ۾ رهندڙَ سونارڻِ جِي دلِ پُنهونءَ تي سِرڪِي ويئِي، جنهن پنهنجي طمعَ پوري ڪرڻ لاءِ سسئِي جي سٽَ جي خلاف وِچِي پنهونءَ جا ڪَنَ ڀريا. اُنهن ڏينهن ۾ رواج هوندو هو تہ جيڪڏهن ماڻهوءَ تي تِڪرُ پَچندو هو تہ هُن کي پنهنجي سچائِيءَ ثابتُ ڪرڻ لاءِ باهہ جي مچَ مان لنگهڻو پوندو هو. پنهونءَ بہ سسئِي کي پاڻُ موڪڻَ لاءِ اُنهيءَ پرکَ مان پار لنگهڻ واسطي اشارو ڪيو. سسئِي، جا سونَ وانگرُ سچِي هئِي، سا اُنهيءَ باهہ مان پاڻَ اڳي ڪان بہ اُجرِي ٿي نڪتِي. آخر وڏي تجملَ ۽ طومانَ سان هِنن ٻنهِي عاشقن جِي شادِي ملهائي وِئِي. پوءِ ڌوبِيءَ پنهُونءَ کان جندبو ڀاڙو لڪائي ورتو ۽ پنهُون بہ وِطنِ وڃڻَ جو خيالُ لاهي، ڌوبِيءَ جو ڌنڌو ڪندو رهيو.

پنهُونءَ جو پِءُ، ڄَنرو، جو ساٺس ساٿَ ۾ آيو هو. سو سندسِ اِنهي روشِ تي گهڻو ئي پوسريو. پر جڏهن ڏٺائين تہ ڪو چارو ڪونهي، تڏهن ساري ماهيت وِچِي آريءَ ڄامَ جي پيش ڪيائين. آرِيءَ ڄامَ جي مُنهن جو پنوئِي لهِي ويو، ۽ پنهون، جو دادلو پٽُ هوندو هوس، تنهن جي فراق ۾ بيحال ٿي پيو. پهريائين هڪڙو قاصد روانو ڪيائين، جنهن جي هٿان پنهونءَ کي چوائي موڪليائين تہ

”جيڪڏهن هڪدم اچي حاضرُ نہ ٿيندين تہ منهنجو جيئڻ محالُ آهي.“ جڏهن قاصد ڀنڀور ۾ پهتو، تڏهن چا ڏسي تہ پنهُون پرتن سان گڏيو پارچا پيو پچاڙي. هيءَ روئداد ڏسي، قاصد جا ڳچ ڳري پيا، ۽ درد سان دانهن ڪري چيائينس تہ،

”اِيءُ ڪاملَ ڪمُ نہ سندوءِ، جيئن پهس پچاڙين پوتيين.“

پر پنهون پوئتي هلڻ کان ٻڙُ ڪڍي بيٺو. قاصدُ نااميدو ٿي، موٽي وڃي آريءَ ڄام کي سربستو سماچار پهچايو. آري ڄامُ ٻڌڻ شرطِ مورچا تي ڪري پيو، ۽ روئڻ ۽ راڙي ڪري اهڙو لاغرُ ۽ ضعيفُ ٿي ويو، جو سندس ساهہ ڇٽي وڃڻ جو امڪانُ هو. پيءُ کي اهڙي جوکائتي حالَ ۾ ڏسي، سندس ٽن پٽن، چنري، هوتيءَ ۽ نوتيءَ کيس آٿتُ ڏيئي چيو تہ ”ڪوبہ حيلو وسيلو ڪري، ڇاڻ تہ پنهونءَ کي ساڻُ وٺي، اچي ٿا توهان وٽ رسايُون.“

پوءِ ٽيئي خانَ اٺن تي سوارُ ٿي، سگهوئي اچي ڀنڀور پهتا. سسئيءَ ۽ پنهُونءَ کين گهڻو آدرياءُ ڏنو، ۽ پاڻ وٽ مهمانُ ڪري، سندن گهڻي خاطرداري ڪيائُون، هڪ رات جو ڳچ ويرم تائين مجلس ۾ مشغولُ رهيا. سسئيءَ ويچاريءَ کي پنهونءَ جي اوسيڙي ۾ پلنگ تي جاڳندي جاڳندي ننڊَ ڪٽي ويئي. هوڏانهن وري ڀائرَ پنهُونءَ کي غافلُ ڏسي، ويا کيسِ شرابَ جا پَٽَ پياريندا، تان جو نشي ۾ اهڙو الوٽُ ٿي ويو، جو پنهنجي وجُودَ جو ڪو سماءُ ئي نہ رهيس. آڌيءَ راتِ کان پوءِ سندس اُٺ ڪُنگائي، کيس بي خبريءَ جي حالت ۾ ڪٽي، ساٿيهہ ڏانهن سٽيندا ويا.

پوئينءَ رات جو، جان سسئيءَ جي اک کُلي، تہ چا ڏسي تہ پنهون پلنگَ تي نهي ئي ڪونہ. حيرت ۾ پئجي. هيڏانهن هوڏانهن دريافت ڪري ڏٺائين تہ اوطاقُون ۽ اوتارا سڀ سُڃا ٿيا پيا آهن!

معلومُ ٿيائين تہ ڏيرَ ڪيس ويساهي، پنهونءَ کي زوريءَ ڀڄائي وٺي ويا آهن. پوءِ وٺي ڳهوڙا ڳهوڙا ٿيائين. جنهن تي مائٽس ۽ ڀاڙيسري اچي مڙيا، جن ڪيس گهڻيئي دم دلاسا ڏنا، پر هُن ڪنهن جي ڪِين مڃِي. ويس وڳا ڦٽا ڪري، لاڳاپا ۽ لاڳَ لاهِي، ڪلهي ۾ ڦاٽل ڪنجرو وجهي، اڪيلائِي اڪيلي، اُنن جو پير کڻندي، پنهونءَ جي پنيان ڪاهيندي ويئي. چاليهن ڪوهن جي پنڌ بعد اچِي پبَ جبلَ جي ويجهو پهتي. اُجَ ۽ ٿڪَ سببان ماندِي تي ڪري پيئِي، ۽ چڙهيُون هڻڻ لڳي. قدرت خدا جِي، جو اُنهيءَ هنڌان هڪ صافُ پاڻيءَ جو چشمون ڦڙڪو ڏيئي ڦُٽي نڪتو. "تحفه الڪرام" وارو چوي ٿو تہ "مُون معتبر ماڻهن کان ٻڌو آهي تہ اُهو چشمون اڃان تائين جاري آهي. ۽ ڪڏهن بہ سڪي نہ ٿو وڃي، ۽ ٻيو تہ ميندِيءَ جِي ٽارِي، جا پرڻي راتِ سسئِي، دستور موجب، هٿ ۾ ڪري سِتي هئي ۽ جا سندس هن سفر ۾ همراهہ هئي، سا اُنهيءَ چشمي جي پَرِ تي ڪري ٿُنبيائين، ۽ اها اَڄ بہ انهيءَ ٿتيل عاشقياڻِيءَ جي نشانِي آهي." ذرِو ساعت وسرام وٺي، وري اڳتي ڪُڙي ڪنيائين ۽ پبَ جبلَ وارو مشهورُ لڪُ "پُيوڙي ناڪو" لنگهي اچِي هاڙهي جبل جي پاڙَ وٽ ڦوڙَ نديءَ جي پِر ۾ پهتِي، پر پاڻيءَ جي اُٿلَ سببان اڳتي اپڙي نہ سگهِي. نهايت نااُميد ٿِي، ٻوئتي هٽِي، ۽ ڳچ پنڌَ بعدِ اچِي ماباڙ نيءِ ويجهو رسِي. هاڻ واهيري جي ويلَ اچي تي هئي. ٻ يان پهاڙ تي هڪ ايلِ ڀسهوارَ جي جُهوپڙي ڏسِي، ڪانئس وڌِي پڇيائين تہ "ادا، اِتائ ڪو وِيو ساٿُ سڄَڻ جو؟" سسئيءَ جهڙِيءَ سهڻِيءَ صورت کي هيڪلو ڏسي، ايل پنهوارَ جِي دل هِرڪِي ويئِي، ۽ ڏانهس بڇڙي نظرَ ڪرڻ لڳو. سسئي پاڻ کي جوکي ۾ ڏسِي، پنهُونءَ جي سارَ ۾ زارِ زارِ رُنو. سندس سوزَ وارين صدائن ڏونگرُ ڏاري وڌو، پر هُن ڪنورَ

تِي ڪوبہ اثر نہ ٿيو. نيٺ خدا کان سواءِ ٻيو ڪوبہ چارو نہ ڏسي، ايلِ پنهوارَ کي پاڻ وٽان تارَڻَ ڀاني آڙِي ڪري چيائينس تہ ”آءٌ ٽڪلَ ٽٽلَ ۽ اجايلَ آهيان، پلائي ڪري ڀهريائين ڪو ڪير ڇڪو پيارينم.“ ايل پنهوارُ خوشِ ٿِي، ڏڻَ ڏانهن ڊوڙيو. هنَ جو پاسي ٿيڻُ ۽ سسئيءَ جو رب کي سوالُ ڪرڻُ. ٻَئِي هٿَ کڻِي، ٻاڏائي چيائين تہ ”اي ستارَ! هن ٻيوسيليءَ جو وسيلو ٿِيءُ!“ هُن اجا دعا مس پُورِي ڪئِي، تہ پهاڙُ ڦاٽي پيو، جنهن ۾ اندرِ گهڙِي ويئِي، پوءِ جبلُ جبلَ جهڙو ٿِي پيو. پر سسئيءَ جي چُنِيءَ جو پاندُ ٻاهرِ رهجِي ويو. ايلِ پنهوارُ جڏهن ڪيرُ ڏِهي پوئتي موٽيو، تڏهن هيءُ رنگ ڏسِي تَپَرسَ ۾ پيو ۽ الاهِي قدرتَ جو اهڙو اهڃاڻُ پسِي توبهہ تائبُ ٿيو.

پوءِ اُنهيءَ هنڌِ، هڪ پٿرن جو ميڙُ ڪري، قبر جو لوڙهہُ ٺاهي ڇڏيائين. هوڏانهن رستي تي جڏهن پنهُون نشي جي خُمارَ مان سجاڳُ ٿيو. تڏهن پاڻ کي اُٺَ تي جڪڙيلُ ڏسِي ڏاڍا جَڪَ ڪاڏائين. ڀائرن کان پڇِي وڃڻ لاءِ گهڻوئِي واجهايائين، پر هنن کان پڇي نہ سگهيو. نيٺ اُٺي سندسِ ٻانهن آرِيءَ ڄامَ جي حوالي ڪيائُون. پر پنهُون، سسئِي جي وڇوڙي ۾ اهڙو ڳرندو سڙندو ويو، جو پٽسِ کي سندس مرڻ جو خوفُ ٿِي پيو. لاچار پنهُونءَ کي رخصت ڏنائين تہ ”پنيورِ موٽِي، سسئي کي بہ ساڻُ وٺِي اچِي آستاني ٿِيءُ.“ پوءِ هِيءُ يارُ بہ سٽيندو پنيور ڏانهن راهي ٿيو. جڏهن سسئِيءَ جي قبرَ وٽان لانگهائُو ٿيو، تڏهن سندس روحَ کي هڪ ازغيبي اڌمو آيو. ههڙي رڻَ پَٽَ ۾ تازي لوڙهہ مان چُنِيءَ پاندُ ٻاهرِ نڪتلُ ڏسِي، دلِ ۾ سَنسو پيدا ٿيسِ تہ نہ ڄاڻان هيءَ سسئيءَ جي قبر آهي! اتفاقا اُهو ايل پنهوار بہ اُتي اچي سهڙيو، جنهن سڄي ماجرا کيس بيانُ ڪري سڻائِي. ٻڌندي شرطِ اُٺَ تان ٽِپو ڏيئِي لهِي پيوَ ۽ ڀائرنِ کي چيائين تہ ”ذرو

ويرمَ ترسو تہ هن قبرَ جي زيارتَ ڪري وٺان". پوءِ قبر جي پير ۾ ويهِي زارِ زارِ رنائين ۽ خدا جي درِ وينتِي ڪيائين تہ "اي وڇڙيلن کي ملائيندڙ سچا ڌڻي! مُون کي پنهنجي محبُوبَ سان هيڪاندو ڪرِ!" سندس عرض اگهاڻو، وري بہ جبل ڦاٽِي پيو ۽ پنهون وجي پنهنجي پرينءَ کي هيمشهہ لاءِ مليو.

# سورَٺ راءِ ڏياچُ

ڪنهن زماني ۾ راءِ ڏياچَ نالي هڪڙو راجا جُهونا ڳڙهہ تي راڄ ڪندو هو. ڪيس هڪ پيڻُ هئي، جا اولاد لاءِ ڏاڍي سڪايل هئي. هڪڙي ڏينهن هڪ فقيرَ کي وڃي ستاياائين تہ "سائين! ڏٽيءَ کان دعا گهرو تہ مون کي ڪو خير جو ٻچو ملي. فقيرَ دعا ڪري چيس تہ "مائي! پٽڙو سو ملندءِ، مگر اُهو راءِ ڏياچ جي سِسي ڏڙَ کان ڌار ڪندو." هي لفظ ٻڌي راجڪماريءَ کان رڙِ نڪري ويئي، ۽ چيائين تہ "سائين اِهڙو پٽُ ئي گهوريو، جو ياٽمِ جو سرُ وڍي." پر فقير جو ڪلامُ ڪيئن ٽري! پوري نوين مهيني راجڪماريءَ کي هڪ پٽُ ڄائو. فقير جا سخنَ يادِ ڪري، ٻالڪ کي صندُوق ۾ وجهي، ڪٺي درياءَ ۾ ڦٽوڪيائين. صندُوق لڙهندي لڙهندي وڃي راجا اَنيراءِ جي ملڪَ مان نڪتي. هڪ چارڻ ۽ سندس زالَ، جي درياءَ تي پاڻي پرڻَ لاءِ آيا هئا، تن جي نظر وڃي اُن تي پيئي. صندُوق کي پاڻيءَ مان ٻاهر ڪڍي جان ڪٺي کولين تہ ڏسن تہ منجهسِ هڪ ٻاروتن ۾ تنجيلُ ٻارُ پيلُ آهي! پوءِ تہ ان کي ڪڍي ڪري پنهنجي ڳَل لاتائون ۽ گهر وٺي وڃي نپاياائونسِ. مٿسِ نالو رکياٽون "بيجَلُ". نينگرُ اڄُ ننڍو سيان وڏو، تان جو اچي ساماٺو. هاٺي هرروز مائٽن جا ڳڏهہ ۽ گهوڙا وٺي جهنگ ۾ چارڻ ويندو هو.

انهيءَ جهنگَ ۾ هڪ ڏينهن ڪنهن رمتي، هرڻ جو شڪارُ ڪري، ان جو گوشتُ کائي باقي آنڊا ڪٽي ڪرڙن تي ڦٽا ڪيا هئا. جڏهن جڏهن ڏکڻَ جو واءُ لڳندو هو تڏهن تڏهن اُنهن آنڊن مان اهڙو تہ من موهيندڙ آواز نڪرندو هو، جو پکي پکڻَ ۽ ٻيا جِيوَ جنتر ڪنڌ

نمائي، اچِي ہڌڻ ٻيهندا هئا. هڪ ڏينهن اُهو اواز وچي ٻيجلَ جي ڪَنِ پيو. ۽ دليل ڊوڙائي، نيٺ سهِي ڪيائين ته اُهو اَچرَجُ اُنهن آنڊن ۾ سمايل آهي. پوءِ ته آنڊا ڪٽِي پنهنجي چنگ تي چاڙهيائين ۽ گُڙُ ڪڍي وينو ڪين وڃائڻ، اجان چنگُ چوريائين ڪين ته مرن ۽ پکين جا ميڙ اچي متا. انهن مان ٻه چارِ هرڻ جهلي، مائٽن وٽ وٺي آيو. هاڻِ روزُ اهڙيءَ ريتِ شڪارُ ڪري پيو پنهنجو ۽ مائٽن جو پيٽُ پاليندو هو. سندس سُرندي جِي هاڪَ هرجاءِ پکڙجِي ويئِي.

جنهن وقت ٻيجل ڄائو هو، تنهن وقت راجا اِنيراءِ کي پڻ هڪ ڌيءَ ڄائِي هئِي. ڪيس ست ڏيئُون اڳيئِي هيُون، سو ڪَڪِ تِي، هِن ڌِيءَ کي صندُوقَ ۾ بندِ ڪري، ڪٽِي درياءَ ۾ داخلُ ڪرايائين. صندوقَ وڃي راءِ ڏياچ جِي سرحد مان نڪتِي، جتي رتني نالي هڪ ڪنير کي هٿ اچِي ويئِي، ڪنيرُ جو اولاد لاءِ سڪايل هو، تنهن کي ههڙو ملُوڪُ ٻارُ ڏسِي ڏاڍِي خوشِي ٿِي، سو گهرِ ڪٽِي وڃِي چوڃَ مان پالياڻينسِ ۽ نالو رکيائينس سورٺِ. جيتوڻيڪ رَتنو راءِ ڏياچ جي ملڪَ ۾ رهندو هو، ته ٻه راجا اِنيراءِ سان ڏاڍو رستو هوندو هوسِ. جڏهن سورٺ ساماڻي تڏهن انيراءِ کي سندس حسنَ جي خبر پئجي ويئي، سو رتني کان ان جي سڱُ جي گهُرَ ڪيائين، جا هن خوشيءَ سان قبُولُ ڪئي. جڏهن شاديءَ جو ڏينهن اچي ويجهو ٿيو، تڏهن رتنو هڪ وڏِي ڄڃَ سنيرائي، ڏامِ ڏوُمِ سان اُتِي شهر مان نڪتو. راءِ ڏياچ، جو اُن وقت پنهنجي محلاتِ جي دريءَ وٽِ ويٺو هو، تنهن جِي نظرَ وڃِي ڄڃَ تي پيئِي. پڇا تي معلوم ٿيس ته رتنو پنهنجِي ڌِيءَ وٺِي انيراءِ سان پرڻائڻ ٿو وڃي. اُها خبر ٻڌِي ڏاڍا خارَ لڳس، سو پنهنجن ماڻهن کي حڪمُ ڪيائين ته ”رتني کي ڪنيي ڌِيءَ سميت وٺِي اچو.“ جڏهن انهن کي آڻي حاضرُ ڪيائُون، تڏهن را،

ڏياچ رتني کي چيو تہ ”ڪميٽا! مون کي ڇڏي، پنهنجي ڏيءَ وچِي تو ڌارين کي پرڻائين! هاڻي توکي بہ جواب تہ انيراءِ کي بہ جواب.“ ائين چئي سورٺِ کي وڻي وچي حويليءَ ۾ ويهاريائين.

جڏهن انيراءِ کي هن حادثي جي خبر پيئي، تڏهن تپِي باهہ ٿي ويو ۽ وڏو لشڪر وٺي اچِي جهوناڳڙهہ تي گهيرو ڪيائين. ٻارهن مهينا جنڌُ پٽن سان هٽِي بيٺو، پر دال نہ ڳريسِ. آخر شهہ ڪاٽِي موٽي وطن وريو. پوءِ رتن ٽَڪن جو ٿالهہ پري، ساري ملڪ ۾ ڦيراياٺين تہ ”جيڪو راءِ ڏياچ جو سرُ وڍي آڻيندو، تنهن کي نہ فقط هيءُ ٿالهہ ملندو پر ٻيو بہ جيڪي گهرندو، سو ملندس. ٻيجل جي زالَ ٿالهہ وٺي رکيو ۽ ٻول ڪيائين تہ ”منهنجو مڙس ٻاٽيهي راجا جِي منشا پُوري ڪندو!“

جڏهن ٻيجل گهر آيو ۽ ساري قصي جي سڌِ پيسِ، تڏهن ڏاڍي ڪاوڙ لڳيس، سو زالَ کي جهٽڪي چيائين تہ ”مصيبتَ پويئي، هيءُ تو ڇا ڪيو؟ هاڻ جي وچنَ ۾ ولها ٿا پئُون، تہ راجا اسان جو جڻ ٻچو پيڙائي ڇڏيندو!“ ٻيو ڪو چارو نہ ڏسي، ٻيجل پنهنجو سُرندو سينگاري، اٿي جهوناڳڙهہ ڏي راهِي ٿيو. بہ ٽي منزلُون هٽِي، نيٺ هڪ ڏينهن نما شام جو اچِي قلعي وٽ پهتو. پوءِ تہ چنگَ ڪڍِي، وينو وڄائڻ، ۽ ساري رات تندُون تنوارِيندو رهيو. سندس ساز جي آواز سيِني کي گهائي وڌو. راءِ ڏياچ، جو پنهنجي رنگ محل ۾ وينو هو، تنهن جي روح بہ ريلو ڏنو، سو ڪوٽَ جي دريءَ کان ٻيجل کي پڪاري چيائين تہ ”مڱڻهارَ! گهرُ جيڪي گهرڻو هجيئِي.“ ٻيجل وراڻيو تہ ”راجا مون کي توسان هڪ ڳجهہ ڳرهڻو آهي. اجازت ملي تہ مٿي اچِي اوريان.“ تنهن تي راءِ ڏياچ پنهنجي ماڻهن کي حڪمُ ڏنو تہ ”چارڻَ کي چوڏول ۾ چاڙهي مٿي وٺِي اچو!“ هاڻِ راءِ ڏياچ ۽ مڱڻي جي وچ ۾ ڪوبہ وسيلو ڪونہ رهيو، ٻَئي خلوت ۾ ٿِي ويٺا.

ٻيجل نڪي ڪڇيو نڪي پڇيو، سرندو ڪڍي وري ٻه ويهي وڄائڻ لڳو. راءِ ڏياچ جو من اهڙو تہ موهي وڌائين، جو ڪيس طرحين طرحين جا انعام آڇڻ لڳو. پر ٻيجل هٿ جوڙي عرض ڪيو تہ ”راجا مون وٽ مالَ متاعَ جي ڪمِي ڪانهي. تنهنجي سخاوتَ جي ساراهہ ٻڌي، تو وٽ وڏِي آس رکي آيو آهيان. اِهو سِرُ، جو تنهنجي سرير جو سينگار آهي، تنهن جوئِي سيڪڙُو ٿي آيو آهيان. اُميدَ اٿمِ تہ نانهن نہ ڪندين.“ راءِ ڏياچ کي اهڙيءَ اڻنگِيءَ مگَ تي نهايت اچرج لڳو، سو چيائين تہ ”اي چارڻ! منهنجي مٿي مان توکي ڇا هٿِ ايندو؟ انهيءَ ڳالهہ تان لهي وڃُ. ڏسُ تہ آءٌ توکي کهڙا نہ ڏُهرا دانَ ٿو ڏيانَ، سارِي عمر پِنو ڪانئين تہ بہ کٽڻ جا نہ آهن.“ ٻيجل سان جيڪي مٿا هٿڙا هڻس، سي هنيائين، پر هُو نہ مڙيو. آخر ٻيو ڪو حيلو نہ ڏسِي پنهنجي هٿَ سان سرُ وڍي چارڻ کي اچلائي ڏنائين. چارڻ مٿو کڻي رمندو رهيو.

هن حادثي جيَ خبر هنڌين ماڳين هُلِي ويئِي ۽ ٻيجل جي اچڻ کاَن اڳُ اِنيراءِ جي ڪنِ وڃِي پيئي. جڏهن ٻيجلُ سرُ کڻي اِنيراءِ جي ڪچهرِيءَ ۾ آيو، تڏهن انيراءِ پويان ئي ڏهڙ ڏيئي چيس تہ ”ڪميٽا! جوفي وچان ههڙي سخا جي صاحب مان بہ نہ گُٺين، سو اسان سان الائجي کهڙا ڪلُور ڪندين. اڄ کان وٺِي تُون اسان جي ملڪُ ۾ رهڻ جي لائق نہ آهين. هاڻي هڪدم هليو وڃُ. خبردارِ! جي منهنجي ملڪ ۾ وري پير پاتو اٿيئي.“ ٻيجل جا ڇهَ ئِي ڇڄي ويا، ۽ پڻ وونڪ جا وڏَ پوڻ لڳسِ. پنوءِ تہ متوالن وانگر جُهوناڳڙهہ ڏي ڊوڙندو ويو. جڏهن شهر جي ويجهو اچي پهتو، تڏهن ڏسي تہ ٻاهہ جا مچَ پيا ٻرن ۽ سورٺِ ڏاگهہَ چڙهي، سَتِي ٿِي رهي آهي. پاڻ بہ ڏُوڪيندو مچُ ۾ ڪاهي پيو ۽ جلي ڀسمُ ٿِي ويو.

# لِيلا چَنيسَرُ

راڻو ڪَنگهارُ، ڏِتَ ڏَتِي، هڪ نهايت حَشمت ۽ دبدبي وارو حاڪم ٿِي گذريو آهي. اُن کي ڪَوُنروءَ نالي هڪ نياڻِي هئي، جنهن جي هنڌِ هنڌِ هاڪَ هُئِي، ۽ اُن زماني ۾ سونهن ڪري سندس ڪو ثانِي نہ هو. سندس مڳٽو سَوَنُسِ اَتماديءَ سان ٿيلُ هو.

ساڳئي زماني ۾ سومري گهراڻي جي داسڙو شاخ مان هڪُ راجا، چنيسَر نالي، ديولِ ڪوٽ تي راڄ ڪندو هو. حسنَ ۽ دولت، شانَ ۽ شوڪت ۾ بينظير هو. انهن اوصافن ڪري سيڪا سهٽي سندس سهاڳَ جِي طمعدارِ رهنديِ هئِي. هڪڙي ڏينهن ڪَوُنروءَ کي سندس سهيليءَ جَمنِيءَ چٽَرَ ڪري چيو تہ "تُون جو هيترو هارُ سينگارُ پيئِي ڪرين سو ڀانءِ تہ چنيسرَ سان چاهہُ رکيو اٿيئِي؟". هِن طعني ڪَوُنروءَ کي بيحال ڪري ڇڏيو، ۽ اڻ ڏٺو چنيسر تي چرِي ٿِي پيئي.

اِن ماجرا جي جڏهن ماڻسِ مُرڪِيءَ کي ڪلَ پيئي، تڏهن سڏو وِجي، پنهنجي پِتارَ راڻي ڪنگهارَ کي خبر ڪيائين. چنيسر سان سڱَ ڪرڻُ هڪ فخرَ جهڙي ڳالهہ هئي، سو راڻي کي هِيءَ ڳالهہ ٻڌِي گهڻِي خوشِي ٿِي. پر دل ۾ سمجهيائين تہ جيڪڏهن ٿو ظاهرُ ظهُورُ سڱَ ڇڪايان، ۽ چنيسر ٿو انڪارُ ڪري، تہ مفتُ ڳالهہ پکڙندي ۽ بدنامِي ٿيندي. سو ڀانءَ ۾ پهہُ پچاياٿُون تہ چنيسر کي ڪنهن حيلي بهاني هٿِ ڪجي. نيٺِ ان نهراءَ تي بينا تہ ڪَوُنروُ ۽ ماڻس وڻجارڪو ويس ڪري، چنيسر جي ديسِ وڃِي هُن کي ريجهائڻ جون رَمزُون رَچِبنِ. سٽت ئِي مالُ اسبابُ ميڙي، وهٽَ پلاڻي، وطنُ واري، پربت

ندي پار پئي، اچي ديول ڪوٽ ۾ ديرو دمايائون. سانگي سان هڪ گلن واريءَ جو ساٿن سِينڌُ تي پيو. هڪ ڏينهن اُن سان اندر جو احوالُ اوريندي معلوم ٿين ته سندن مقصد چنيسر جي وزيرَ جکري هٿان پورو ٿيندو. اُتي ٿيئي گڏجي، جکري جي جاءِ ڏي روانيون ٿيون. اُتي پهچڻ شرط، ڪَؤنروءَ ڪيس پنهنجي دردَ جو داستان سٽايو، ۽ پيرن تي ڪِري نيزارِي ڪيائينس ته ”ڪنهن به ريت اِتي منهنجي واهرَ ڪر!“ . وزير جي دل ڀِني، سو ڍڙُ دلاسو ڏيئي، چيائينس ته ”سائينءَ تي رکُ، مڙئي سٺائي ٿي پوندي. باکَ ڦٽڻُ بعد آءُ چنيسر وٽ چڙهي ويندس، اُميدَ اٿم ته توکي پاڻ وٽ آڻائيندو.“ ايئن چئي ٿنهي کي رخصت ڏنائين.

صبحَ ساڻُ جکرو سنيري، شاهِي محلاتِ ڏي راهِي ٿيو. وڃُهه وِني، چنيسر سان ڪؤنروءَ جي محبت جو ذڪرُ چوريائين، ۽ سندس سونهن سوپيا جو اهڙو چِٽو نقش ڪڍيائين، جو چنيسر جو هِنيو البت هرڪجي ويو. پر پنهنجي پٽَ راڻيءَ ليلا جو لحاظ ڪري، جکري کي جواب ڏنائين ته ”ليلا ويني، بيءَ ڪنهن ڏاريءَ زالَ سان ناتو رکڻ نامناسب آهي، بهتر آهي ته ڪؤنروءَ کي ريهي ريبي وطن ڏانهن وارينس.“ جکري ڪؤنروءَ جي پاران وري به ازحد آزي نيازِي ڪئي، ۽ اکين ۾ آبُ آڻي، عرض ڪيائين ته ”ڪؤنروءَ تي ڪا ڪهلَ ڪريو!“ پر چنيسر پنهنجي قول تان بازِ نه آيو. جڏهن جکري هيءُ نااميديءَ جو نياپو ڪؤنروءَ ۽ ماڻسِ کي اَچي رسايو، تڏهن ٻنهي جا ڇَهَ ڇِجِي پيا، ۽ اکين اڳيان اَنڌيون اچي وِيون. آخر ٻيو ڪو اُپاءُ نه ڏسي، رٿَ رٿيائون ته ”مال اسباب وڪڻي، ويس مٽائي، وڃي ليلا وٽ پورهيتونُ ٿي ويهون، ته متانَ ڪنهن موقعي تي، چنيسر کي تجويز ڪري، ليلان تان چِٽُ ڪٽائي، پنهنجي پَلئه آڻيون.“ اِها ڳالهه ڳٽي

غريباڻو لباس پهري، ليلا وٽ لنگهي ويون، ۽ لِيلائي چيائونس تہ ”سائڻ! زماني جي ڏولائن اسان کي هٿ رولي ٽولي آندو آهي، پئسو پنجڙُجو ساڻ هئوسين، سو پنو ڏيئي ويو آهي. ڏٺي توکي پنهنجيءَ ٻاجهہ سان وڏيري ڪيو آهي؛ جي هيٺن تي هٿ رکيئي، تہ هرجُ ڪونهي. ٻَئي هٿ جوڙ سڄيون آهيون، امان اُٺڻ جي فن ۾ استاد آهي ۽ آءٌ وري گهرُو ڪم ڪار ۾ ڪَڙي تَڙي آهيان.“ ليلا کي سندن بيحاليءَ تي قياسُ آيو. ٻنهي کي هڪدم پنهنجُون خاص ٻانهيُون ڪري رکيائين. ڪوُنروُءَ تي چنيسر جي سيج وڇائڻ جو ڪم ڏريائين. ۽ ماٽس مُرڪيءَ کي چنيسر جي پڳ اُٺڻ جو امرُ ڪيائين.

وقت ويوگذرندو، مگر چنيسر سان وصالَ جو ڪوبہ امڪانُ نظر نہ آيو. هڪ رات نراسائيءَ وچان ڪوُنروُءَ جي اکين مان اوچتا لڙڪ وهڻ لڳا. ليلا هيءُ رنگُ ڏسي ڪانئس روئڻ جو سبب پڇيو. ڪَوُنروُءَ وراڻي ڏني تہ ”سائڻ روئان ڪانہ ٿي، وٽ سوريندي، تيل هاڻو هٿُ اکين کي لڳي ويو، جنهن ڪري اکين ۾ پاڻي اچي ويو.“ ليلا کي هن ڳالهہ تي ويساهُ نہ آيو. ورجائي پڇيائينس آخر سچي ڪرٽي پيس، چيائين تہ ”ڪو ڏينهن هو، جو آءٌ بہ تو وانگي هندورن وچ ۾ هوندي هيس. رات جو منهنجي نَوَ لکي هارَ وارا موتي ۽ هيرا رات جي چراغن جيان جرڪندا هئا. اُهي سِڪرَ ڏينهن سارينديءَ نيڻ پرجي آيم.“ ڪوُنروُءَ جي ڳالهہ ليلا کي دل سان نہ لڳي. ثابتي گهرايائينس. ڪوُنروُ سَٽَ ڏيئي پنهنجو نَوَلکو هارُ دٻلي مان ڪڍي آئي. اُن جي جهلڪي سان سارو محلاتُ ٻهہ ٻهہ ڪرڻ لڳو. ليلا، جا سياءَ جي چلولي هئي، ۽ مٽين سان محبتَ رکندي هئي، سا هارُ پسي، هرکجي ويئي، ڪوُنروُءَ کي هڪلَ ڪري چيائين تہ ”گهرُ

جيڪي گهرڻو هجيئي، رڳو اهو هارُ مون کي ڏي.“ ڪؤنروَءَ ورندِي ڏني تہ ”مُون وٽ مالَ متاعَ جِي ڪمِي ڪانهي، فقط چنيسرَ سان هڪ راتِ رهاڻِ ڪرڻ ڏينمر تہ هارُ مٿانءِ گهوري ڇڏيان.“ ليلا، جنهن جا حوصلا هارَ جي هوسَ خطا ڪري وڌا هئا، تنهن هِيءُ شرطُ هڪدمر قبوليو، ۽ چياءِينس تہ ”هاڻي وَڃي دلجاءِ ڪري ويهہُ، رات جو آءٌ پاڻيهِي چنيسر کي آڻي، تنهنجي ڪمري ۾ پهچائي ويندِيَسِ.“

قضاني، اُنهيءَ راتِ چنيسرُ درٻارين ۽ دوستن سان محفل ڪندي، نشي ۾ الُوٽُ ٿِي ويو. تڏهن لِيلا ڪيس خمارِيلُ ڏسِي، خوش ٿِي، پانياڻيءِ تہ هاڻِ چنيسر کي جئن چونديس تئن ڪندو. ڳراٽڙي پائي، لِيلاياڻينسِ تہ ”ويچارِي ڪؤنروَ تو لاءِ نالان آهي، اَڄ راتِ وڃِي اڪيرَ لاهينس.“ اگرچہ چنيسر پوري هوشَ ۾ نہ هو، تڏهن بہ اهڙيءَ اَچ تي غيرت آيسِ، ۽ صفا نابرِي واري، وڦلڻ لڳو. پر لِيلا ڪَن لاتارَ ڪري، ڪيسِ هٿَ کان وٺِي، ڪؤنروَءَ جي ڪمري ڏانهن ڪاهي ويئي. ڪَؤنروَ، جنهن جِي انتظارَ ۾ تارا تڪيندي راتِ وهامِي ويئي هئِي، سا چنيسر کي چترائي اندر وٺِي ويئِي. ٻانهڻُ بہ کو هڪيو تڪيو وينو هو، جنهن ڻَهہ ٻَهہ ويڏِي پڙهي، سندس ميڙائي جو موڪُ ڪيو. پر چنيسر، جو سرتِ ۾ نہ هئو، سو ڪيرو ٿِي پلنگ تي پئجِي رهيو. ڪؤنروَ ڪيسِ سجاڳُ ڪرڻَ لاءِ گهڻائِي مٿا مونا هنيا، پر ڪين وريو. مٿان اچي پرهہ ڦٽي ۽ پيچَ پِئي.

چنيسرُ جان اکِ پَٽي، تہ ڏسي تہ ڪؤنروَءَ جِي پير ۾ ستو پيو آهيان. پاڻ کي اهڙيءَ اڻ سهائيندِيءَ حالتِ ۾ ڏسِي، ڏاڍِي ٻچان لڳَيَسِ. بستري تان لِهي، ڪمرو ڇڏي وڃڻَ تي هو، تہ مُرڪِيءَ هڪلَ ڪري چيس تہ ”سائين! پنهنجي لائڻ لڏِيءَ کي ڇڏي ڪاڏي ٿا وڃو؟ ليلا تہ رات اوهان کي هارَ تي وڪِڻي ڦٽو ڪيو!“

پوءِ مُرڪيءَ سارُو سماچار ڪري ٻڌايس. ٻڌڻَ شرط، ليلا دل تان ڪري پيس. ڪؤنروءَ جو اهڙو قربُ ڏسي، مٿس موهتُ ٿي پيو.

هِن روُئداد جي خبر جڏهن لِيلا کي پيئي، تڏهن گهڻيئي ڪارُون وسَ ڪيائين، پر چنيسر کي نہ آنڙيا. آخر آسرو ڀَلي، ڏهاڳ جو ڏنءُ برسر ڪري، مائٽاڻي ملڪ رواني ٿي. اندر ۾ اُهائي آسَ هيس تہ ڪنهن ڏينهن مڙيوئي چنيسرُ سندس مَدايون ميٽي، ڪيس پناهہَ جو پاندُ ڏيئي، وري بہ مٿس مِهرَ جو هٿُ ڌريندو، پر ورهين جا ورهيہ گذري ويا، چنيسر جي ورڻ جو پروِئي نہ پيو.

سانگي سان، جکري وزيرَ جو مڱڻو ليلا جي مائٽن مان ٿيلُ هو، جڏهن اُنهن کيٰ ليلا جي ڏهاڳَ جي پُروڙ پيئي، تڏهين سڱُ ڏيڻ کان صفا انڪارُ ڪيائُون. جکرو، جو محبت جي ڪڙيءَ ۾ قابو هو، تنهن وڏا وَسَ ڪيا، پر مڱَ جا مائٽ پڙُ ڪڍي بيٺا. لاچارُ جکرو ليلا وٽ لنگهي ويو، ۽ وڃي ستايائينس، ليلا کي هن جي حالَ تي رحمُ آيو. چيائينسِ تہ "جيڪڏهن چنيسر کي مُون وٽِ هڪوارَ آڻيندين، تہ ٻانهن مُون کان لهڻين." جکرو هيءُ شرطُ قبُولي ديولِ ڪوٽِ موٽيو. چنيسر کي هٿ ادب جا ٻڌِي، عرض ڪيائين تہ "جئن وٽيوَ، تئن قدم رنج فرمائي، مُون مسڪين جِي شاديءَ ۾ شريڪُ ٿِي پنهنجو پاڻُ ڀَلايو"، چنيسر سندس عرض اُونايو، ۽ سا ٿ سان سنيرِي، ليلا جي سانٽيہَ ڏي روانو ٿيو. جڏهن جڃَ اِڃِي شهر کي اوڏي پهتِي، تڏهن لِيلا ۽ سندسِ سهيلُيون اکڙيُون ڪڍي، راٺي جي آجيان لاءِ ناچُ ۽ گانو ڪنديُون اڳتي وڌيون. ليلا جو نازُ ۽ نخرو ڏسِي چنيسرُ ڪيس سڃاڻڻَ ٻِنان مٿسِ موهت ٿِي پيو. چيائينسِ تہ "اي نازنين! گهونگهٽُ کولي، منهن تہ ڏيکارِ، پڪ اٿم تہ جهڙو آوازُ منو اٿيئي، تنهن کان وڌيڪ منهنَ منو هوندءِ!" ليلا اکڙي لاهي،

چنيسر اڳيان نروارُ ٿي بيٺي. هيءُ اوچتو لقاءُ چنيسر سهي ڪين سگهيو. اگرچہ ظاهري طورَ ليلا سان لاڳاپا لاهي ڇڏيا هئائين، تڏهن بہ هُنَ جي لنءُ جي لغارَ سندس دلِ ۾ هميشه لڳل هوندي هئي. هاڻي سندس رُوحَ اهڙو ريلو ڏنو، جو اُتي جو اُتي پران ڇڏيائين. ليلا پڻ هيءُ حالُ ڏسي، مورڇا ٿي ڪري پيئي ۽ مري محبُوبَ سان ميلو ڪيائين.

# نُوري

سَمي گهراڻي جي هاڪاري حاڪمَ ڄام تماچيءَ جي ڏينهن ۾ ڪينجهرَ ڍنڍَ تي ڪي مهاڻا رهندا هئا. ڪين نَڪي ڪي هُيُون آڏيلَ جايون ۽ نَڪي ڪي هئا مالَ اَسبابَ. اُنَ ويهڻُ، کائڻُ پيئڻُ، سڀ هوندو هونِ ٻيڙين تي. مرد ماڻهو مَڏ مڪڙا موڙي يا ٻانڌين تي ويهي، مڇيُون ماري، رڇن جا رڇ ڪلهن تي ڍوئي، آڻي مياڻين تي ڍيرَ ڪندا هئا. مهاڻيُون وِري مڇين کي ڪارِيءَ ۾ ڪٽِي، واڻن تي وڃِي وڪڻديُون هيُون، جتي انهن کي چيري، ٻيرا ٻيرا ڪري، گراهڪن کي وڪڻنديُون هيُون. سندن ٻار ننڍڙڪا تيو، سارو ڏينهن لُڏڻ وانگر پاڻيءَ ۾ تُرڳندا هئا. پلا جن جو رات ڏينهن وهَنوار ئِي ڪِکيُن سان، تن وٽ اَچائِي اُجرائِي ڪتانَ اَئِي؟ اُتلو وٽن گند جا گدام لڳا پيا هوندا هئا. ڪيرُ جو سندن پَرِ ۾ بيهِي سگهي؟ قضاني ڪنهن ڪمبخت جو پاندُ سندن پاندَ سان لڳِي ويو تہ گُگرُ گُگرُ پِنبا اڙيا، بدبُوءِ بِنهِہِ نہ لهي. جهڙا هُئن جسم گدلا تهڙا هُئن هڏ هيٺا. مهاندن ۾ اهڙا ڪارا ۽ ڪوجها هئا، جو ڏٺي ڪَرَهَتَ وٺيو وڃي. مگر وٽن هڪ نينگرِ هُئِي، جنهن جي سونهن جِي ڪهڙِي ساراهہ ڪجي! شڪل شبيهہ توڙي هلت چلتِ ۾ مُهاڻِي مُور نہ هئِي، ويتر اِنهيءَ ڪِنَ جي ڪُنَ ۾ اَملُ ماڻڪِ هئِي. مُنهنَ مانَ اهڙو نُوراني حُسنُ پيو ٻڪندو هوس، جو ڪيسِ سڏيندا ئِي "نُورِي" هئا. ڄام تماچِي شڪارَ جو نهايت شوقِينُ هوندو هو. هڪَ لڳا جيئن ٻيڙِيءَ ۾ چڙهِيُ، ڪينجهر ڍنڍ جو سَيرُ پئي ڪيائين، تيئن اوچتو سندس نظر وڃِي نُورِيءَ تيِّ پيئِي. نُورِيءَ جي نيڻن ۾ اهڙو تہ ڪو ڪامڻُ هُو،

جو ڪيس ڏسندي ئِي ڄام مُورڇا ۾ اچي ويو. جڏهن موتي محلات ۾ آيو، تڏهن هُن ڪان ڪِي بہ نہ ٿي اُڇهيو، نُوريءَ جي ناز اهڙو تہ سِجهائي وڌو هوس، جو اُن ڪان سواءِ ڪِنَ بہ آرام نہ ٿي آيس. آخر ذات پات جا وهمَ ڦٽا ڪري، نُوريءَ جي مائٽن کي سڏائي، ڪانئن سندس سڱ گهريائين. مهاڻن جي تہ الله ٻُڌي، سو وڏيءَ خوشيءَ سيان قبولُ ڪيائون. پوءِ تہ شادمانا ٿي ويا. خزانن جا دروازا کُلي ويا. سونَ ۽ رُپي جُون رانديُون لڳِي ويئون. هزارن جا هيرا ۽ لکن جُون لعلُون لُٽجِي ويئُون. مهاڻن جو بہ بخت ورِي ويو. ڍلُون ۽ محصولَ مڙئي معاف ٿي ويَنِ ۽ سارِي ڪينجهر ڍنڍَ مٿن امدادَ ٿِي ويئِي. آخر ڄامَ نُورِيءَ جِي ٻانهن ۾ ٻيڙو ٻَڌِي، اٺي ڪيس راڻين ۾ راڻِي ڪيو. محلات ۾ ساڻس ڏاڍا سَهجَ ڪندو هو. ڪڏهن تہ محبت ۾ اهڙو مستُ ٿِي ويندو هو، جو مورڇَلُ ڪٽِي ٻيهِي مٿانئس هٽندو هو. وقتِي تہ ڪيس ساڻُ ڪري، ڪينجهر ۾ مڇِيءَ جو شڪارُ پيو ڪندو هو. نُوريءَ کي ايڏي اوجَ تي ڏسِي، وٽس سوين سلامِي ٿي ايندا هئا. خود سَميُون، جي مَنَ ۾ پيئُون ڇڄنديُون هيُون، تن کي بہ سندسِ اڳيان نيچُ نوائڻو پوندو هو. پر اهڙي سُهاڳَ هوندي بہ نُوريءَ جو منُ نہ وڌيو. جي نازُ هوسِ تہ نياز جِي بہ منجهس ڪَمي ڪانہ هئي. گيربَ ۽ گاءَ جي تہ بُوءِ بہ ڪانہَ هُيسِ. ڄام کي هيمشہ ائين پيئِي چوندِي هئي تہ ”آءٌ عيبن ڀري مسڪين مهاڻِي آهيان، پنهنجا وڙ ڪري مُون نِيچ کي نوازِئو اٿيئِي. شال ڏٽِي ڪندو، جو تنهنجو نينهنُ نِتُ نيبَهُ ٿيندمِ!“

چون ٿا تہ هڪ ڀيري ڄام تماچِيءَ جِي دل ٿِي تہ نُورِيءَ جي نيازَ ۽ نئڙتَ جي پرکَ لهان، سو حويليءَ تي چوائي موڪليائين تہ ”اڄ شام جو سڀيئِي سهِي سنبِرِي ويهجو، پوءِ آءٌ اوهان مان جنهن

ڪي چتَ چاهيمِ تنهن ڪي پاڻ سان گڏ گاڏيءَ چاڙهي گهمائڻ وڃي هلندسِ.“ هيءُ نياپو سُڻي، سَميُون سينڌِ سرما ڪري، پاڻ کي سينگاري ويٺيون، ۽ هرهڪ ائين پئي سمجهيو تہ جامر مون کي نوازيندو. نُوريءَ نڪو ڪيو هو هارُ، نڪو سينگارُ، اُٿلو پنهنجو اباڻو وڳو اوڍي، نماڻي ٿي ويهي رهي هئي. جامر مقرر ڪيل وقت تي حويليءَ اندر گهڙي آيو. سميُون اوچا ڳاٽَ ڪري، سندس آجيان لاءِ اڳتي وڌيون ۽ ناز نخرا ڪري ڪيس ريجهائڻَ لڳيُون، پر وريو ڪِين. نُوري تہ ڪنڌُ هيٺِ ڪري، نهٺائيءَ سان پئي نهاريو. ڏسڻ شرطِ جامر وڌي وٽسِ ويو، ۽ ٻانهن کان وٺي وڃي گاڏِيءَ ۾ چاڙهيائينس. رات جو جڏهن گهمِي ڦري گهر موٽيا، تڏهن سيني راڻين جي روبرُو ڪيس پنهنجِي پَٽَ راڻِي پڌرو ڪيائين.

پنهنجو ٻُڌُ ياد ڪري، نوريءَ کي هميشہ اُڌڪو رهندو هو تہ ”متان جامر تماچِي ڪنهن ويرمونَ تان چِتُ ڪٽِي، وري وڃِي سمين راڻين سان چاهہُ رکي!“ اِنهيءَ ڪري پنهنجي سهاڳَ تي ڀاور ٻنهِ نہ ڪندِي هئِي ۽ سدائين نماڻي ٿي، جامر کي پَئِي ٻاڏائيندِي هئِي. اهڙيءَ ريت، اِنسان کي ٻہ، پوءِ ڀلِ تہ هُو خدا جو کهڙو ٻہ لاڏلو هجي، هردمُ آزِي نيازِي ڪرڻ جڳائي.

# سنڌُو

مان اُنهيءَ عظيمُ ماءُ، مانسَرور ڍنڍ، جيٰ ڄائي آهيان، جيڪا لافانِي هماليي جي عظيم پهاڙن ۽ اُنهن جي آسماني چوٽين جي وچ ۾، آدَ کان وٺي، هڪ بي انت سوچ ۽ ويچار جي دنيا ۾ گمُ رهنديِ پئي اَئِي آهي. اُهي شاهاڻا پهاڙَ منهنجي اُن ماناڻيءَ ۽ مانيٽِيءَ ماءُ جِي حفاظتَ ڪن ٿا، جتي هر شيءِ خاموش آهي، جتي ڪنهن بہ قسم جي ڪا يُٽڪَ ڪانهي، جتي حسنُ ۽ حيرت، اثر ۽ طاقت، پوترتا ۽ پاڪيزگِيءَ جِي هڪَ گنڀيرِ، دل ڏاريندڙ، پيانڪ دنيا آهي، قدرت جِي هڪ لاجواب ۽ لازوال چترڪارِي آهي! اُن جِي نُورانِي نِرمَلتا ايڏي تہ آبَ تابَ ۽ اثر وارِي آهي، جو خُود مان، سنڌُو، پڻُ اتان ڪِسڪِي وڃان ٿِي تہ متان قدرت جي هِن بيچُون ۽ بيمثال نظاري جي بي عيب جَڙتِ ۽ بَناوتَ کي ڦٽائي نہ وجهان! پوءِ مان زندگِيءَ جي رُوحَ کي پنهنجي ساهہ سان سانديندي، رستي جي هيٺانهيُن مٿانهيُن، جبلن ۽ ٽَڪرن، چُرُن ۽ غارنٰ مان ڇَلانگَ هڻنديِ، وڏيُون وڏيُون ٻرانگهُون ڀريندِي، ٽپندِي ۽ ڪُڏنديِ، نڪرِي ٻاهرِ ميدانن تي نروار ٿِي ٿيان! برف جي ڇِپُن ۽ پهاڙن، جهنگن جَهرن، ٻيلن ۽ چراگاهن، وٽراهن ۽ وٽڪارن جي وسيع ميدانن ۽ پَٽَن مان، اُسَ ۽ چانوَ مان، ڪڏهن تيز ۽ تڪڙي، ڪڏهين ماٺيٽي ۽ آهستي، ڇِپُن کي ڇِحندي، پٿرنٰ کي لوڙهيندِي، ڊاهيندِي، ۽ ٺاهيندِي نيست ۽ نابُود ڪندي ۽ وري جيارينديِ، لهرين پويان لهريُون هڻنديِ، پکڙجِي ۽ ملڪن کي پائيندِي، موجُون ماريندِي، وڌنديِ وهنديِ وڃان ٿِي! مان آهيان "سنڌُو" جيونَ جِي نشانِي ۽ زندگيءَ جِي علامت!

پنهنجي هن جوکائتي سفر ۾، مان پيلِيٰ پوشاڪ پهريل ڏرماتما

لامائن کي همالیي تي، معصُومُ ۽ ابوجهہ ڪشميري ڪنئارين کي پنهنجا ڏڻَ چاريندي، ماڪِيءَ کان منڙين هيرُن کي پنهنجن رانجَهنِ لاءِ ڏوهيڙا ڏيندي، صُوفين ۽ سنتن کي وچوڙي جي ماريل سَسُئين جُون بيشمار ڪافيُون ڳائيندي، ٻُڌندي ۽ ڏسندِي آهيان. جيئنُ ئِي راتيُون پنهنجي ڪارانِ جِي چادرَ ڏرتِيءَ جي مٿان وچائي ڇڏينديُون آهن، تہ تارن ڀَرئي آسمان هيٺِ تڪا ماندا ڪڙمي ۽ ڪاشتڪار منهنجي ڪناري تي اچِي آرامُ يا بندگِي ڪندا آهن، ننديا ٻارڙا سمهندا يا کيڏندا آهن، ۽ آيرا ۽ ضعيف مانجهِي ۽ مهاڻا منيُون ۽ سُريليُون ڪافيُون ۽ گيت ڳائيندا آهن. آءٌ اُنهن سيِني کي پنهنجي سيني تي پالي نپائي وڏو ڪريان ٿِي. هُنن جو مُون سان پيارُ آهي، هُو مون کان ڌِڄن بہ ٿا، چاڪاڻ تہ مان "سندو" آهيان، اُنهن ئي وانگر مهربانِ ۽ دياوانِ بہ ۽ چيڙاڪَ بہ. مان ڪيترن ئي جڳن کان هُنن جي واقف آهيان، مُون کي اِڄان تائين اُنهن جا بدلجندڙ چهرا، اُنهن جو ننڍپڻُ، نينگرائپَ، ڦوهُہُ جوانِي، پيرِي ۽ نِستائِي ۽ ڏيرائپَ، سڀ يادِ آهن. مان هِنن سيِني کي سڃاڻان ٿِي.

مان اُنهن جي باري ۾ توکي سڀُ ڪجهہُ ٻڌائي سگهان ٿِي. مان توکي اڳِي اڳِي جُون ڪهاڻيون ۽ قديمُ زماني جا قصا، ۽ بادشاهن ۽ راجائن، فاتحن ۽ حڪمرانن ۽ اُنهن جي زندگيءَ جي لاهن ۽ چاڙهن، دکَ ۽ سکَ جا سمورا داستانَ ٻڌائي سگهان ٿِي- اُهي قصا، اُهي داستان، اُهي افسانا، جي تو اڳُ ڪڏهن بہ شايد نہ ٻڌا هوندا. مان توکي اِهو سڀڪجهہ ڏيکاري سگهان ٿي، جيڪي مُون ڏٺو.......

چڱو، هاڻي هيڏانهن نهار! اِجهو هُو سامهون هُنن جو شانُ ۽ هنن جِي عضمتَ ڏسُ. اِهو آهي مُهين جو دڙو! مرد پنهنجين ٻنين ۾ هر ڏيئي

ڪيتي ڪري رهيا آهن، زالُون پنهنجن خوشحال گهرن جو ڪم ڪار ڪري رهيُون آهن، ۽ ٻارڙا راندين ۾ مشغُول آهن. سڀُ سکيا سهنجا، خوش ۽ آباد. هنن جا گهر نهايت ئي سهڻا ۽ سلسليوار آهن. هُنَن جي بازارين جُي ڏوڪ ڏوڪان، گوڙ ۽ هُلَ ڪي ڏس! پوءِ وري هڪ وحشِي قوم جو ڪٽڪُ اچي ٿو: اِهي قداور ۽ خوبصورت ماڻهو آهن: هُو اچن ٿا، ۽ هُنن اچڻ شرط بيرحميءَ سان قتل عام ڪري ڏنو. مردَ ڪِري ۽ مَرِي رهيا آهن. عورتُون لِڪَڻَ جِي ڪري رهيُون آهن ۽ ٻارڙا ڦڙڦوٿ پوڻ ڪري ريهُون ڪندا پجي رهيا آهن! ۽ ورِي نما شامَ جي منهن اونداهِيءَ ڪان اڳُ سڀ ماٺِ تِي ويئِي، ٺئون ڏينهن ايري ٿو. هڪ نئينءَ تهذيب جنم ورتو آهي. چوتہ اِهو قدرت جو قانُون آهي!.... هاٿي ٻڌو! پريان هو ڏڏڪيدارُ نغارن جو گجندڙ آواز ٻُڌُ! هُنن جِي صورتَ ۽ طاقتَ، جاهہَ ۽ جلال ڪي جاچ. اِهي سنڌ جي راجائن جُون سنستائُون آهن، جن ڪي مهاڀارت لڙائيءَ ۾ پانڊوَن خلاف ڪوروَن جي مدد لاءِ موڪليو ويو آهي. هُنن جي عجيب غريب ويسن وڳن، هٿيارن پنوهارن ۽ رَٿن ڏانهن نهارِ. وري هُنن ڪي غائبُ ٿيندو ڏسُ، جيئن ڏُوڙيو مٿي آسمان ۾ گم ٿِي ويندو آهي!.... ۽ هاٿي وري هُو نوجوان جنگي جوڌو سڄيءَ دنيا ڪي فتح ڪرڻ جي خواهش دل ۾ ڪٽي نمُودارُ ٿئي ٿو. هُن خيبر ڪي فتح ڪري ورتو. هو هاٿي جهلم جي پورس راجا ڪي شڪست ڏيئي اڳتي وڌِي رهيو آهي. هُنِ جي خُوبصُورتَ چهري ڏانهن نهار، ۽ هُن جي مٿي تي زرهہَ جي رڪَ وارِي جَهرڪندڙَ ڪلنگِيءَ ۽ هن جي ڊگهِيءَ ٻِن ڌارين وارِيءَ ترار ڪي جاچي ڏسُ. هُو وڙهيو ۽ هن فتح حاصل ڪئي. مگر هن جو بي انداز لشڪر گهٽي وقت تائين وڙهڻ ڪري هاٿي ٿڪجي ماندو ٿِي پيو آهي. هِتي هو پنهنجن خوابن ڪي

ڪوڙو ثابت ٿيندو ڏسي، مري وڃي ٿو. ۽ هن جا هٿَ خالي ۽
اڪيون ڪليل رهجي وڃن ٿيون! هاڻي نهارِ.... سندس جرنيل،
نيروڪَس، واپس ورڻ جي سفرَ لاءِ آرماڙ کي گڏ ڪري رهيو آهي.
۽ هي پڻ هليا ويا! ...... هاڻي وري سفيد چمڙيءَ وارا ”هُوڻ“
لوڪ حملو ڪن ٿا...... بي رحم ۽ قاتل..... هُو واچُوڙي وانگر
تڪڙا اچن ٿا، ۽ ملڪ کي ڦريندا ۽ ساڙيندا، چوڏاري پَٽن تي پکڙبا
وڃن ٿا، جيئن مان موجُون مارينديءَ ميدانن کي ٻوڙيندي ويندي
آهيان. پر اُهي سڀُ ڪٿي آهن؟ هليا ويا...... سڀ هليا ويا،
اوندهہ انڌوڪارِ ۾، موت جي اونداهيءَ واديءَ ۾. پوءِ ٿوريءَ مهلَ
تائين سڀُ ماٺِ تي وئي. هيءَ سرزمين مانيٺي آهي. آسمان تان گردُ
۽ غبارُ صافُ ٿي ويو، ۽ پوءِ هڪ اجنبي مست واٽهڙو اچي ٿو. هيءَ
هڪ چيني مسافر آهي، هيُون سيانگُ، جيڪو علم ۽ سوجهري جي
ڳولا ۾ رُلي رهيو هو. هن کي سوجهرو ملي وڃي ٿو، ڇاڪاڻ تہ
هِتي جيڪو بہ اُن جي ڳولا ڪري ٿو، اُن کي پائي ٿو. اُنهن ڏينهين،
سنڌ جي هِيءَ سرزمين علم ۽ سوجهري جي کاڻ هئي. ڪيترائي
ماڻهو پنهجن ڏورانهن ماڳن تان علمَ جي تلاش ۾ هتي ايندا هئا.
...... جڳَ لنگهي ويا: سوجهرو ۽ اونداهي..... اونداهي ۽
سوجهرو ..... سوجهرو ۽ اونداهي...... پر، زمانن کان پوءِ وري
ٻيا ماڻهو آيا، جن هن زمين تي علم ۽ سوجهري جي نئين شمع آندي.
هو عرب جي ريگستان مان اُيريا ۽ دنيا تي ڇانئجي ويا، ۽ آفريڪا ۽
هندستان جي اونداهين ڪُنڊُن کي علم جي سوجهري سان روشنُ
ڪري ڇڏيائون .... هِن جوشيلي عرب محمد بن قاسم ڏانهن نهار!
هُن جي ڳجندڙ منجنيقن ۽ طاقتور ڪانيائين کي جاچ! هُن سڄيءَ
سرزمين کي فتح ڪري ورتو. ۽ هاڻي هُو سڄي ملڪ تي حڪمُ

هلائي رهيو آهي. ڏاڍو پيارو ۽ عزيزُ آهي. ڇوتہ جنهن وقت هُو موڪلائي وڃي ٿو، هُن جا هِي نوان دوست هُن لاءِ رڙن ۽ روئن ٿا. هن ڪان پوءِ شوخُ ترڪَ، قداور تاتارِي، مغلَ، پٺاڻَ ۽ انگريز اچن ٿا..... هُنن جي پڳل ترارين، ۽ قتيل رت ڳاڙيندڙ دلين ڏانهن نهار!..... ۽ هاڻي هِنن سمن ۽ سومرن، ڪلهوڙن ۽ ميرن ٽالپرن جي بهادرِيءَ ۽ اُنهن جي ڀلائيءَ ڀريل پيشانين ڏانهن ڏس ۽ سندن فضيلت ۽ شان ڪي ڏسُ. ۽ پراچين ديبلِ، برهمڻ آبادِ ۽ قديم منصوري ۽ محفوظ ڏانهن بہ نهارِ! اُهي فنا ٿِي ويا، ۽ هِن وقت سندن نشانُ بہ ڪونهي، پر مان اجا تائين اُنهن جُون پيهہ پينهان واريُون بازاريُون، نون رنگن ۾، نون چهرن سان، ڏسِي رهِي آهيان. مان اجا تائين پنيورَ ڏانهن لُڙهندي، ننديڙيءَ سسئيءَ جو پينگهو پنهنجي ڪناري تي لڏندو لمندو ڏسِي سگهان ٿِي. مان پنهُونءَ ڪي ڪيچ جي جبلن ۾ ڏسِي سگهان ٿِي، جنهن ڪي سندس دغاباز ڀائر، ڌوهہ ڪريو، اٺَ جي پٺِيءَ تي ٻڌيو چاڙهيو وٺيو ڀيا وڃن. ۽ اِجهو هو پريان عمرڪوٽ جون مغرُورُ محلاتُون نظر اچِي رهيُون آهن، جن مان وِچڙيل مارئِيءَ جي آهُن ۽ زارين جو پڙاڏو اچِي رهيو آهي. مان اجان تائين هن جي سوزَ ۽ فراقَ ڪي ٻڌِي سگهان ٿِي! .... هُو پريان...... ڀِٽَ تي ..... سهڻو سيد لال لطيف پنهنجين منڙين لاتين ۽ روحانِي راڳن ۾ مست وينو آهي. هِن وقت هو ڪونهي پر مان هُنَ جا درد ڀريا بيت ۽ منڙا ڪلام اڄ بہ ٻڌِي سگهان ٿِي. مان اجان تائين ڪيس اهڙو چٽو ٻڌِي رهي آهيان، جهڙو هن ڪي جيئرو ٻڌندِي هيس. هُو هڪ لافانِي رُوحُ، وسيع ۽ اُتم سخِي ۽ ٻاجهارو، جذباتي ۽ مهربانُ آهي. هُو هڪ خوبصُورت، قداور ۽ خوش اندامُ آهي. جيئن هو پنهنجُون منَ موهيندڙ ڪافيُون ڳائي ٿو، تيئن هن

جُون گولُ گولُ ڪاريُون اکيُون چمڪن پيون، ۽ جڏهن هُو ڏکارَن ڏوتين کي دعائُون ڪري ٿو، تڏهن هن جو چهرو ٻهڪي اُٿي ٿو. هُو مُون سان مخاطب ٿي ڳالهائي ٿو، چاڪاڻ تہ مان هُن کي سمجهي سگهان ٿي، مان هن کي ڪڏهن بہ وساري نہ ٿي سگهان. مون فاتحن جي سوارين کي ايندي ۽ ويندي ڏٺو، پَر سندُ جو فاتحُ فقط هُو شاهُ ئي آهي، جيڪو ڪڏهن بہ فنا ٿي نٿو سگهي، چاڪاڻ تہ ٻيا فاتح زمينُون ۽ ملڪ فتح ڪن ٿا، پر هِن ماڻهن جي دلين تي فتح حاصل ڪئي آهي، ۽ هِن جي نينهن جو نياپو، هن جِي سهڻي سڱنڌَ پِرِنِي سارُوڻي، اَمَرُ آهن.

هو منڙيءَ سنڌ ۾ الاهِي افضل ڳالهيُون ڳائي ٿو. پنهنجي من موهيندڙ ڪلام سان هُو ماڻهن جا رخ ڦيريو، تقديرُون ۽ قسمتُون بدلايو ۽ روح کي دائمِي راحتَ ڏيو ڇڏي.

هُن جي ڏينهن ۾ ماڻهو ننڍڙين ڪکاين جُهوپڙين ۽ چونئرن ۾ گذارين ٿا. منجهانئن جيڪي سکيا ۽ شاهوڪار آهن، سي حوضن ۽ مچين جي تلائن سان سينگاريل اوچن گهرن ۾ رهن ٿا، پر مان اُنهن جي گهرن ۾ قرب ۽ اتساهہ گهٽ ڏسان ٿِي. مان پنهنجن اُنهن غريب مارُو ماڻهن کي پسندِ ڪريان ٿِي، جيڪي واهڻ ۽ ننڍڙن ڳوٺڙن ۾ گذارين ٿا، جتي وچ ۾ هڪ ننڍڙِي صاف سُهڻي مسيتِ آهي، جنهن جي ننڍڙن منارن تي مؤذن چڙهي عبادتگذار بندنِ کي پنهنجي مولا جي بندگِي ڪرڻ لاءِ سڏيندو آهي، جتي هڪ سرهاڻِ پکيڙيندڙ سهڻو مندر آهي، جنهن جي سُريلن گهندن جي مَٺُر آوازن تي پُوڄارِي سويرَ گهرن کان پُوڄا لاءِ ٻاهر نڪرِي ايندا آهن. جڏهين هُنِ جي گهرَ جا وڏا ڪمُ ڪن ٿا يا عبادت ڪن ٿا، تڏِهن زالُون ڪچهرِي

لايو تهہ تهہ پيون ڪن، ۽ ننڍڙا من موهيندڙ ٻارڙا وري لڪلڪوتي ۽ اِتي ڏڪرُ راند پيا رهن. هرڪنهن گهر ڪي پنهنجي مال لاءِ پنهنجو واڙو آهي، ڇاڪاڻ تہ سنڌي مال ڪي پيار ڪندا آهن.

هن ديسَ جا سپوتَ هميشه کلمک ۽ خوشمزاج طبيعت جا صاحب ٿِي رهيا آهن. ڪُم ڪاڄُ، پيارُ ۽ محبتَ، کِلَ ۽ خوشِيءَ، لئي ۽ رس جا ڪوڏيا. ميڙن ۽ ملاکڙن لاءِ هِن جو شوق ۽ پيار ملڪان ملڪ مشهور آهي. سندن عيدُون ۽ هوليُون گڏجي گذرن، ۽ اُنهن موقعن تي وڏن وڏيون وڏيُون دعوتُون ۽ مجلسُون، گڏجاڻيون ۽ ڪچهريُون ٿينديُون آهن. سندن زالُون، مائرون ۽ ڀينرون مِنايُون ۽ گل ورهائينديُون آهن. اُهي پنهنجين ٻانهن ۾ عاجَ جُون ٻانهيُون ۽ وڏا چوڙا پائينديُون آهن. وڏن هر چنڊ واري مهينيَ جو پهريون جمعو ۽ هر سُهائو سومارُ نهايت ئي وڏيءَ ڌامِ ڌومَ ۽ مزي سان ملهايو ويندو آهي. جڏهن وسڪارو ۽ برساتُون پونديُون آهن، تڏهن ڳوٺن کان ٻاهر مجلسُون ۽ محفلُون ڪيُون ويندُيون آهَن، جتي يڪتاري ۽ گهڙيَ تي سُرِيلا ڪلامَ ۽ ڪافيُون ڳايُون وينديُون آهن. اڄ بہ مان پنهنجين اکين سان هُنن جا رنگ برنگِي ناچ ڏسي رهي آهيان، ۽ تنهن زماني ۾ بہ، بلڪل اڄ وانگي، سگهڙن شاعرن، پنهنجي ملڪ جي سونهن سوڀيا، حسن ۽ نزاڪت منجهان ئي پنهنجي شاعريءَ جا مواد ۽ موضُوع حاصلُ ڪيا. هِنن منهنجي اُتلُن ۽ سيلاني مڇين پلن، واڳن ۽ سيسرن، ۽ منهنجي پوراليءَ طبيعت جي هر رُوپ رنگ کي پنهنجي شاعريءَ ۾ قلمبند ڪيو. هِنن هِن ديس جي اُٺن ۽ اوٺيئڙن، جتن ۽ جهانگيئڙن، لڏن ۽ قافلن، ڪارن ڪڪرن ۽ زرد رنگ بياٻانن، ميهارن ۽ ريڍارن، ۽ ڇهچ چراگاهن کي پنهنجي شاعريءَ ۾ آندو. هِنن هِن

ديس جي لَيُن ۽ لاٽن، ڪنڊن ۽ ڪانڊيرن، ڪرڙن ۽ ڪبڙن تي بيت چيا. هنن هِن سهڻي ديس جي انهن نارين کي ڳايو، جن جي ڪُونج جهڙين ڏگهين ڳچين ۾ چانديءَ جُون مالهائُون ۽ هَس، ۽ سنهڙين ڪاراين ۾ ڪنگڻ، ۽ ننڍڙن نازڪُ پيرن ۾ ڪڙيُون ۽ پازيبَ پهريَل آهن، سندن متي تي واسينگَ نانگَ جهڙن پنئور جهڙن ڪارن وارن جُون پيچدارُ چڳُون ۽ گهنڊيدارُ ڳُتُون نڪتل آهن. ۽ سندن مرگهہ جهڙيُون ڪجلدار ڪاريُون اکڙيُون مشعل وانگي ٻَري رهيُونَ آهن.
شاعرن حسين نارين جي پيارن مڙسن ۽ پريمين جي اُنهن پٽڻ ۽ پيڙن کي پڻ ڳايو، جيڪي وڻجارن سنڌوڪين کي ورهين جي وڇوڙي کان پوءِ واپس ماڳ موٽائي وٺي آيُون. هُنن، گهر ڏياڻين جي گهرڙن، چرخن ۽ آتڻن کي پڻ ڳايو........ مطلب تہ سنڌ جي هِنن سداحيات سگهڙن شاعرن، پنهنجيءَ سباجِهيءَ سونهن ونڊِيءَ سنڌ جِي هر ڳالهہ ۽ هر ادا کي، هر دفعي ڳايو.
ڌرتيءَ جي ڪيڙيندڙ هارين پورهيو ڪيو ۽ پگهر وهايو، ۽ زميندار ۽ شاهُوڪار انهن جي پگهرَ وارِيءَ خسيسُ ۽ ٿورڙِيءَ ڪمائِيءَ کي بہ ڳهندا، ڳڙڪائيندا مچندا تلها ٿيندا ويا ۽ غريبن کي ٿُونها هڻندا رهيا، مگر مفلسِيءَ جي هر حال ۾، آسيسن ۽ دعائن حاصل ڪرڻ لاءِ هُنن پيرن ۽ سيدن سڳورن جي رِڪيبن ۽ لغامَ جي واڳن کي هر وقتَ چمي سيني سان لڳايو. سنڌ جي لافاني شاعر، شاهہ هِنن سينِي کي پنهنجي ڪلام ۾ ڳايو، ڇاڪاڻ تہ هُو هِنن جو.هو. مان اجان تائين هُن جي روحاني ڪافين ۽ ڪلامن کي ٻڌي سگهان ٿي.
مان آهيان ٻلوان ۽ زور وارِي سنڌو!..... مان پاڻ سان داءُ رکڻ واري کي اچلايو ڇڏيان. جن مون سان شرط رکي، اُنهن هميشه

راند هارائي. جن بہ مون سان سينو ساهيو پاڻ کي نيست ۽ نابُود کيائُون. پر شاهہ مون کي مانو ڪري ڇڏيو. مُون هن جي آسپاسِ شانتيِ ۽ پيارُ حاصلُ ڪيو. مان هن جي دل جِي گهرائپ ۽ شاعريءَ جي رواني‌ءَ سان محبت ڪريان ٿي. مان هن جي مٺي ڪلامَ تي قربانُ آهيان. هُو ڪيترو نہ مُون جهڙو ۽ ڪيترو نہ مون کان اعليٰ آهي!

اوهان جي هِن ملڪ ۽ اوهان جي ڪَچي وارن ميدانن جي هِن زمينَ ڪيترين ئِي صدين تائين پنهنجن ماڻهن کي لنگهڻ ۽ فاقا ڪڍارايا، ڇوتہ پاڻِي ڪونہ هو. منهنجو پاڻي ڪيترن ئي ويران برن ۽ ساڙيندڙ ميدانن کي آباد ڪري سگهيو ٿي. پر وقت جي راجائن ۽ فاتح حڪمرانن ڪا خاص پرواهہ ڪانہ ڪئي، انهن مان ڪن ٿورڙن کي ننڍيا ۽ نماڻا واهہَ کوٽايا ۽ ٿوري ئِي عرصي کان پوءِ منهنجي لٽ ۽ ريت جي وارِيءَ انهن کي لَٽي ڇڏيو. اڄ ٻهريون دفعو اِنهن ماڻهن لاءِ چاهہ پريل، سچِيءَ پچِيءَ دل وارِي ڪوشش ڪئِي ويئِي آهي، جيڪي منهنجي نالي پويان سڏجن ٿا، سکر وٽ هڪ زبردست بئراج منهنجي پيٽ ۾ سوگهو بيٺل آهي. آءٌ اوهان کي اوهان جي ڪم ۾ ساٿڙو ڏيئِي رهِي آهيان، ڇاڪاڻ تہ منهنجو اوهان سيني سان پِريمُ آهي ۽ اِهو اوهان جي ئِي فائدي لاءِ آهي. ڪوٽڙِيءَ وٽ پڻ اوهين منهنجي پُل واري گهوڙي تي نَوَن سنجن وجهڻ جي ڪوشش ڪئي، ۽ مون اُنهيءَ لاءِ اوهان کي اجازت ڏني. پنهنجي زمين ۽ ٻنين کي آباد ڪريو، مانِ چوانوَ تِي، سونهري ڪڻڪ پيدا ڪريو، کيڙيو ۽ کائو، پيئو، ٻهريو ۽ خوشِ گذاريو! مان اوهان کي نہ روڪينديس. منهنجو پاڻِي ڪٽِي وڃو، ۽ مون کي اُهي قديمَ ۽ اڳِي اڳِي وارا خُوشِيءَ جا ناچ ۽ راڳ رنگ ڏيکاريو! مون کي اُهي.ٿهڪ ٻڌايو جيڪي دلين مان

اڏما ڏيئِي نڪرندا هجن. مان اوهان کي سيڪجھ ڏيئِي ڇڏيندس، جيڪي ڪجھ مون وٽ آهي.... ۽ مون وٽ اِن کان تمام گهٽو آهي، جيتري جي اوهان کي گهرجَ آهي. ڇاڪاڻ تہ مان آهيان بلوانِ ۽ طاقتور سنڌو..... مان آهيان اجيت ۽ امر سنڌو...... مان آهيان اٽڪ، مان آهيان جِهلمُ، مان آهيان چنابُ، مان آهيان راوِي، مان آهيان بياسُ، مان آهيان ستلج ..... مان آهيان مهراڻ، اِنهن سينِي جِي اُپت ۽ جوڙَ! مان آهيان سنڌو..... مان آهيان مها بلوان، اجيت ۽ امر سنڌو.

## شاھ ڪريمؒ

تون چَو الله هيڪڙو، وائي ٻي مَ سِکُ،
سچو اکرُ من ۾، سوئي لکيو لِکُ.

پريان سندي ڳالھڙي، جي ڪو ٻي ڪري،
مت منھنجي ڪَنِ ڪر، تَنھن کي جاب نہ ڏي.

هِنيون ڏجي حبيب کي، لِڳَ گڏجن لوڪَ،
ڪُڏيون ۽ ڪِروتيون، اِي پڻ سگر ٿوڪَ.

وَرُ سا سُڃي ويڙ، جتي سڄڻ هيڪڙو،
سو ماڳوئي ڦير، جتي ڪوڙِ ڪُماڙهئين.

جي پيچئا سي نہ منجھئا، جي پيچن سي وِيرَ
جو لڳڻ ۾ ماٺھوين، سو ڪُلڪڻ ۾ ڪير.

تان ڪِي ڳوري ڇُلُ، جان لاڙائو سڄُ تِئو،
هاڙي ڏاري هُلُ، وڃي هوتن جو تِئو.

## شاهعبداللطيف ڀٽائيؒ

اول الله عَلِيمُ، اعليٰ عالم جو ڌڻي،
قادرُ پنهنجي قُدرت سين، قائم آه قديمُ،
والِي، واحدُ، وحَدهُ، رازِقُ، رَبُ رحيم،
سو ساراهِ سچو ڌڻي، چَئِي حَمدُ حڪيم،
ڪري پاڻ ڪريمُ، جوڙُون جوڙَ جهانَ جي.

جوڙي جوڙَ جهانَ جي، جڏهن جوڙيائين،
خاوند خاص خَلقي، مُحمدُ مڪائِين،
ڪلمو تنهن ڪريم تي، چِٽو چاياٰئين،
انامولالڪ وَ اَنتَ مَحبُوبِي اِي اُتائين،
ڏِکي ڏناٰئين، ٻئي سرائُون سيد چئي.

جوڙي جوڙ جهان جي، جڏهن جوڙياٰئين،
خاوند خاص خلقي، محمد مڪائين،
ڏکي ڏنائين، ٻئي سرائون سيد ڪي.

وحده لاشريڪ له، جان تو چئين ايئن
تان مَجُ محمد ڪارڻي، نرتون منجهان نينهن
تان تون وڃئو ڪيئن، نائين سر ٻين ڪي

وحده لاشريڪ له، جڏهن چيو جن،
تن مڃيو محمد ڪارڻي، هيجا ساڻ هنين،
تڏهن منجهان تن، اوتَڙِ ڪونہ اولئو.

وحده لاشريڪ له، جن اُتو سين ايمان
تن مڃئو محمد ڪارڻي، قلب ساڻ لسان
اُو فائق ۾ فرمانَ، اوتڙڪنهن نہ اولئا.

## وائي

اڪيون ميگهہ ملار، صورت تُنهنجي سڀ جڳُ موهيو.
سجدو فِيلَ في الحال ڪيو، پسي مُطلِبَ نُورُ نراڙ
چاپِڙَ وقتِ چام جي، ڪريا ڪُنگرا ڪوٽ ڪُفارَ،
صورت تنهنجي سڀ جڳُ موهيو.
آڳي سَڀُ اُين جو، توڪي ڪاريو سيرُ ستار
والسوف يُعطِيڪَ رٻڪ، توسين قادِرَ ڪيا قَرار
صورت تنهنجي سڀ جڳُ موهيو.
قادر پاڻَ قَسَم ڪيا، خاڪ قدَمَنِ جا ڪلتارَ
آهن ڪرم ڪريم جا، احمد ساڻ اپار
صورت تنهنجي سڀ جڳُ موهيو.
اُڪنديا جي ابَرڪِي، سَرَها ٿِيا سي سنگهارَ
موڪل تي مينهن ِ ڪي دوس هٿان دِلدارَ
صورت تنهنجي سڀ جڳُ موهيو.

## مخدوم محمد هاشم ٺٽويؒ

محبت مڇ مجاز جا، دل ۾ داغ ڏکن،
مَنَ مونجهارا مُون پرين، وير نہ وسرن،
سنجهي صبح سامهان، اگيان اکڙين،
راتو ڏينهان روح ۾، ميڙو محبوبن،
ڪامي دل خمار ۾، لوچي لئہ پرين،
سَکهہ سات نہ چِندڙو، سدا منجهہ ڏکن،
آرتو اوتيان اکين، ساريو سپرين،
مُون واجهيندي وره ٿيا، الا مانَ ملن،
سِڪي سجڻ گڏٿا، پچاڻان وَرهَن،
گوندر لٿا چِندڙِي، پسِي ڪي پرين،
واتون وڻ ٽڻ واسئا، سُرهائيُون سيرن،
آءُ پڻ مکيان مُنهَن ڪي، پَٻِي جا پيرن،
ڪريان سرمو اکيين، سندي کِههَ کُڙين.

## سچل رحہ

جي هجين عاشق، تہ بر سر مينهن محبت جو وساءِ،
ساهہ جو سانگو ڪرين، تان پير هن پڙ ۾ نہ پاءِ.

پاڻُ ڪُلُ قربان ڪر، هِيءَ دم هٿڻ جي ناهہِ جاءِ،
آءُ ادا اعتبار ڪر، آ هوش نيندڙ هيءَ هواءِ.

رت روئڻ راتو ڏينهان، آهي لُڇڻ محبوب لاءِ،
هي ملئي سودو سهانگو، ڪينڪي سِرڪون سواءِ.

ڪينڪي مون ڪان تيو، عمر تان ويئي اجاءِ،
هِت وساري نِي ويهڻ، جاني نہ توکي هئن جڳاءِ.

هيءَ مَهَلَ موچارِي تَئِي، پوءِ ڪرين هاءِ هاءِ،
"هاءِ هيَ" مَون هٿ نہ ايندُءِ، ويلَ ويندَءِ واءِ واءِ!

هيءَ حقيقت حال جيَ، سارِي وِخِي ساتِينُ سٺاءِ،
سو سچو مرشد سچُوءَ جو، پير عبدالحق آهہِ.

## خليفو گل محمد

دور دنيا جي متي، اي دل ڪٿين آيا ويا،
سک متي سورن ستي، اي دل ڪٿين آيا ويا.

ڪي سوداگر رات ڏينهان، منجهہ وڻ وڪڻ خراب،
ڪوڙ دنيا جا ڪتي، اي دل ڪٿين آيا ويا.

ڪَن ڪِيُون پوڪون، تيُون پربُور پِي پاڻي جڏهن،
پوءِ پڪي، هنئَيون هتي، اي دل ڪٿين آيا ويا.

ٻانڊَ ڪٿين بحر ۾، لڙهندا وتن پاڻيءَ متي،
پيا سُڪي پاڻيءَ لتي، اي دل ڪٿين آيا ويا.

"گل" حقيقت تو پڇين، ڪهڙي دنيا جي دور جي!
ڪا خبر ڪنهن کي اَچِي، اي دل ڪٿين آيا ويا.

آجیان= خاطر تواضع، خوش آمدید، خیر مقدم
آچ= پیشکش، تجویز
آدَر پاءُ= مرحبا، تعظیم
آڏو= سامنے، روبرو
آرماڙ= جنگی جھازوں کا بیڑا
آکیرو= آشیانہ، گھونسلا
آنڊا= آنتیں
آڻڻ= حاضر کرنا، لانا، لے کر آنا
آءٌ= میں، خود
اِبوجھہ= سادہ لوح، بھولا بھالا، نادان
اِبرو= بے وسیلہ، بے سھارا
اُتان= وہاں سے، اسی جگہ سے
اُٿڻ= اٹھنا، جاگنا، بیدار ہونا
اُٺُ= اونٹ، شتر
اپار= بے انتہا، بیحد
اُپَت= پیدائش، آمدنی، حاصلات
اجایو= بے جا، فضول، غیر ضروری
اُجرو= اجلا
اَجُ= آج، ابھی، اب، فی الحال
اُجَ= پیاس، تشنگی
اُجايلُ= پیاسا، تشنہ
اُجا= ابھی تک ھنوز، تادم
اَڌُ= نصف، آدھا، نیم
اَڊنگي= بدافعال، بدچال
اُسَ= تپش، گرمی، دھوپ
اسان= ہم، ہم سب، ہم لوگ
اُکیرَ= چاھت، پیار، محبت
اَکَرُ= حرف، لفظ، سخن
اڳُ= اگلا حصہ، ابتدا، شروع
اڳيرو= تھوڑا آگے، کچھ آگے
اڳواڻُ= رھبر، پیشوا
اڳیان= آگے، سامنے پھلے
اگھائڻُ= قبول کرنا، منظور کرنا، پسند کرنا
الوٹُ= مخمور، مدہوش
اَنبارُ= ڈھیر، ذخیرو
اوتارو= منزل، آستانہ، مکان، دائرہ
اوٺي= اونٹھ والا، شتربان، تیز رفتار قاصد
اوچتو= اچانک اتفاقاً
اوڏو= پاس، نزدیک قریب
اوڍَڻُ= پہننا، اوڑھنا
اوسيڙو= انتظار، فکر، خیال، اندیشہ
اوطاق= مہمان خانہ
اوپّرو= اجنبی، غیر، بیگانہ،

ناواقف
عرض اونايو= عرض قبول کیا
اهڃاڻ= نشانیاں، علامات
اُهو= وه
ايترو= اتنا، اس قدر
باکَ ڦٽڻُ= بوپھوٹنا، صبح صادق ہونا
ٻيِجاڻ= نفرت دلانا، خفا کرنا، بیزار کرنا
بندُ= قید، جیل
ٻانهو= بنده، غلام، نوکر
ٻانهِيون= چوڑیاں
ٻُڌَڻُ= سننا، معلوم کرنا
ٻرانگهون= دو قدم کا فاصله
ٻول= واعده، قول، اقرار، انجام
ٻهڪَ= چمک تازگی، روشنی
ٻهڪَڻُ= چمکنا، مهکنا، مسرور ہونا
ٻَئي= دونوں
ٻيرا ٻيرا= ٹکڑے ٹکڑے
ٻيڙي= کشتی، ناؤ
ٻيلا= جنگلات
ڀتارُ= شوهر، خاوند
ڀَر= کناره، پاس
ڀلي ڀَت= اچھی طرح
تِڃُ= ذرا سی، تھوڑی سی
تَڏهِن= تب، اس وقت، پھر
تيڏانهون= اس طرف سے، وهاں
ٽِڪو= داغ، دھبا، بدکاری کا الزام
ٽيئي= تینوں
ٽهه ڀهه= فوراً، ایک دم
پاڙو= محله، پڑوس
پاڻ= خود
پاڻي= آب، جل، پانی
پٽاندڙُ= مطابق، موجب، موافق
پڇاڙي= آخر، انت، انتها، اختتام
پرکڻُ= آزمانا، جانچنا، پرکھنا
پرڻائڻ= شادی کرنا، بیاه کرنا
پروڙ= خبر، واقفیت، علم
پريان= تھوڑا دور
پريت= محبت، پیار، چاهت
پرين= محبوب، معشوق
پَڪَ= یقین، تصدیق، تسلی، برابر
پکو= جھونپڑی
پوکَ= آبادی، فصل، کاشت، کھیتی
پکي= پرنده
پگھرُ= پسینه

پنو= کاغذ
پنهنجي= اپنی
پڻ= بھی
پَٽي= خاك، مٹی
پَهُ= خیال، فکر، تجویز
پويان= پیچھے
پينگھو= جھولا، گہوارہ
پيهَ= انبوہ، جھمگٹ
جتان= جہاں سے، جس جگہ سے
جڏهن= جب، جس وقت
جرڪندڙ= چمکدار
جڳ= جہان، سنسار، دنیا
جنڊو پاڙو لکي ڏيڻ= گھر داماد بننا قبول کرنا
جو= کیونکہ، چناچہ
جوکائتو= نقصانکار، پر خطر
جهڙو= جیسا
جيڏانهن= جس طرف، جہاں، جدھر
جيڪو= کوئی بھی، وہ
جيئن= جیسے، جس طرح
ڄاڻو= جاننے والا، واقف، سمجھنے والا
ڄڃَ= برات
جهجهڻ= کڑھنا، رونا

جھٹڪَ= تنبیہ، دھمکی، ڈانٹ
چارڻ= گانے والا فقیر
چارو= پگڈنڈی
چِتُ= توجہ، فہم، سمجھ، خیال
چٽو= شفاف، ظاہر
چڱو= اچھا، خوب، بھلا
چڱيءَ طرح= اچھی طرح، بہتر طریقے پر
چنڊُ= چاند، قمر
چُني= ایك قسم کا دوپٹہ
چوڌاري= چاروں طرف، ارد گرد
چوڏهين= چودھویں (رات)
چونڊڻ= چننا، انتخاب کرنا، پسند کرنا، معافی دینا
چوَڻ= بولنا، کہنا، ہدایت کرنا
چيڙاڪُ= چڑچڑا، جوشیلا، غصہ ور
ڇَڏڻُ= چھوڑ دینا، چھوڑنا، آزاد کرنا
دٻلي= ڈبیا، ڈبی
دادلو= لاڈلا، پیارا، منچلا
ڌار= علحدہ، الگ، جداگانہ
ڌاري= غیر
ڌڪارَ= نفرت، بیزاری، حقارت
ڌنارُ= چرواھا، گوالا

ڏَنُ= ريوڙ، گله
ڏوڙيو= گرد و غبار کا طوفان،
جهکڑ، بوچهاڑ
ڌيءُ= بيٹی، دختر، بنت
ڏاگهہ= چتا، آگ
ڏٻرائي= دبلاپن، ضعف، لاغری
ڏکوئڻُ= دکهانا
ڏوٿي= مکين، ديهاتی، جنگلی
پهل پهول پر گذاره کرنے والا
ڏمرُ= غضب، غصه، ناراضگی،
عتاب
ڏورانهن= دور دراز
ڏولائو= گردش، مصيبت، قحط،
افراتفري
ڏونگرُ= پهاڑ، پربت، کوه
ڏوهي= مجرم، ملزم، گنهگار
ڏهاڳ= انڈاپا، نحوست،
بدنصيبي
ڏينهن= دن، روز
ڏيهہُ= ديس، ملک
ڏيڻ= دينا
ڊگهي= لمبی
ڊوهہُ= دهوکه دينا، فريب دينا
ڊنيَ= جهيل
رِٿَ= رائے، مشوره، صلاح

رُڌَلُ= مشغول، مصروف
رڳو= صرف، فقط، محض
رِڻُ= بيابان، صحرا، ويرانه
روجُ راڙو= ماتم، کهرام
رهاڪُو= باشنده
ريجهائڻُ= راضی کرنا، خوش کرنا
زال= بيوی، بيگم، زوجه
ساراهہَ= تعريف
ساروڻي= ياد
سامائجڻُ= سن بلوغت کو
پنهچنا، بالغ ہونا
سامهون= سامنے، آگے، روبرو
سان= سے، ساتھ، مع، قريب
سانگو= آسره، بهروسه، خيال،
موقع، تعلق
ساٿي= مددگار، حمايتی، ساتهی
ساهہُ= سانس، نفس، دم، حياتی
ساهيڙي= سکهی، سهيلی
سِٽون سٽڻُ= تجاويز کرنا، سازش
کرنا
سجاڳ= بيدار، ہوشيار
سچيون= ثابت، تمام
سُڃا= ويران، اجاڑ، تباه، برباد
سڃاڻڻ= پہچاننا، جاننا، پرکهنا
سدائين= هميشه، دائم

سُڌِ= خبر، علم، آگاہی
سرسُ= وافر، زیادہ، زائد، بہت
سکڻو= خالی، کھوکھلا
سُڳنڌ= خوشبو، مہک
سِگھو= جلد
سڱُ= رشتہ، نسبت
سنیھو= پیغام
سڻائڻ= سنانا، بتانا، کہنا
سڻائي= آسانی
سوادُ= ذائقہ، مزہ
سوپیاوانُ= حسین، خوبصورت
سوجھرو= اجالا، روشنی
سوکڙیون= تحفہ، سوغات
سھانگو= سستا، ارزان
سونھن= خوبصورتی
سُھائو= روشنی، تجلی
سِیٹاھہ= وہ مشکیزہ جس کو ہوا سے بھر کر دریا میں تیرتے ہیں
ڦاٽڻ= پھٹ جانا، پھٹنا
ڦرھي= لکڑی کی پٹی، تختی
ڦرڦوٽ= بھگدڑ، ہراس، کھلبلی
ڪاراڻ= سیاہی
ڪارڻُ= سبب، باعث، وجہ
ڪارڻي= کے سبب، وجہ سے
ڪارون= آہ و زاری، عاجزی

ڪاوڙ= غصہ
ڪَتِي= ثریا، پروین
ڪَٽَڪُ= فوج، لشکر
ڪٺورُ= بیرحم
ڪُجھہُ= قدرے، تھوڑا، کچھ
ڪُڌو= برا، خراب، بدچلن
ڪڏھن= کب، کبھی
ڪَڍَڻُ= نکالنا، خارج کرنا
ڪُرُ= نسل، خاندان
ڪُڙمي= کسان، کاشتکار
ڪڙڪیا= نازل ہوئے
ڪَڪِ= بیزار، خفا، تنگ
ڪَڪَرُ= گھٹا، ابر، بادل
ڪن پرڻ= بہکانا
ڪنڀرُ= کمہار
ڪنڊَ= کونا، گوشہ
ڪوڙو= جھوٹا
ڪَئين= بہت سے، لاتعداد، کئی
ڪِلِ= ہنسی، مذاق، دل لگی
کاڌو پيتو= کھانا پینا، دانہ پانی
ڪٿوري= مشک
ڪُڙڪ= خبر
کوٽڻ= کھدائی کرنا
کوھہ= کنواں
کيرُ= دودھ

ڪتي= دھوبی
گاھُ= گھاس، چارا
گدلو= میلا کچیلا، گدلا
گڏ= ساتھ
گڏجڻ= مل جانا
گڏجاڻي= ملاپ، وصال، ملاقات
گڏ ڪرڻ= ملانا، شامل کرنا
گوڙ= شور، غل
گوندرُ= فکر، غم، ملال
ڳاٽ= گردن
ڳالھ= بات
ڳالھيون= تذکرہ، داستانیں، باتیں
ڳجھ= رازداری، پردہ پوشی، مخفی
ڳچ= بڑا ٹکڑا
ڳچي= گردن
ڳوٺ= گائوں
ڳولائو= ڈھونڈنے والا، متلاشی
ڳھڻا= زیورات، گھنا
گھاٽي= گہری، قریب
گھٽتائي= کمی، قلت، کوتاہی
گھر= طلب، تقاضا، مانگ
گھرواري= گھروالی، بیوی، مالکن
گھوٽ= دولہا

گھورَ= قربان، صدقہ، نچھاور
لاڏ ڪوڏ= ناز نخرہ، لاڈ پیار
لاڙ= سندھ کا جنوبی حصہ
لاڙائو= اترنے والا، غروب ہونے والا
لاءِ= واسطے، کے لئے
لَڄ= شرم، حیا، لاج، غیرت، آبرو
لُڇڻ= تڑپنا
لَڏي= کوچ کرکے
لُڙڪ= آنسو، اشک
لُڌڙو= ایک قسم کا آبی جانور، سگ آبی
لَقاءَ= نظارہ، تماشا، دیدار
لڪ= درہ، پہاڑی، راستہ
لڳ ڀڳ= تقریباً، لگ بھگ
لڱ= عضو، انگ
لنگھي= گذر کر، آگے نکل کر، بڑھ کر
لوئي= عزت کا کپڑا، اونی چادر
ليڙون ليڙون= چیتھڑے ، دھجیاں
ماٺِ= خاموشی، سکوت، آرام
مانو= ڈھیلا، سست
مانيٺو= خاموش طبع، کم گو، سنجیدہ
ماکي= شہد

ماڳُ= جگه، مقام، ٹھکانا
ماڻڪُ= هیرا، جوهر، گوهر
ماڻڻ= بسر کرنا، گذارنا
ماڻهو= شخص، بشر، فرد
ماءُ= ماں، والده
مٿان= اوپر
مٿيرو= بهادر، دلیر
مَٽُ= برابر، لائق، ہمسر
مٺيان= غصه، چڑ، ناراضگی
مَچُ= آگ کا ڈھیر
مدايون= برائیاں، خطائیاں
مَرَڪُ= ظرف، واجب، موزون
مرگھہ= ہرن
مَڙھُ= لاش، جنازه
مڱڻهارُ= مانگنے والا
موٽي= لوٹ کر
مُور= اصل، بنیاد، جڑ
موڪڻُ= سرخرو ہونا، کامیاب ہونا
مون وٽ= میرے پاس
موهجڻ= گرویده ہونا، فریفته ہونا
مهاڻا= ماهیگیر، مچھیرے
مهل= موقع، دفعه، مرتبه
ميندي= مہندی، حنا
نابري= قطعی انکار
نارِ= عورت، بیوی

نانءُ= نام
نپائڻُ= پالناپوسنا، پروان چڑھانا
نڌڻڪا= لاوارث، بے سہاره،
نادار، عاجز
نراڙ= پیشانی، ماتھا
نرملتا= پاکیزگی، اجلا پن
نروارُ= ظاہر ہونا
نِندڻُ= ملامت کرنا، مذمت کرنا
ننڊَ= نیند، آرام، بے خبری
ننڍپڻ= بچپن
ننڍو= چھوٹا، حقیر، تھوڑا
نويڪلائي= تنہائی، علحدگی،
فرصت
نهارڻ= گھورنا، تکنا
نئون= نیا
نياڻي= بیٹی، دختر، لڑکی
نيٺ= آخرکار
نينگر= لڑکی
واٽهڙو= راهگیر، مسافر
واپاري= تاجر، سوداگر، بیوپاری
واڄٽ= نقاره اور ڈھول کی بلند
آواز
واڌايون= مبارک بادیاں
وارُ= بال
وارو= باری، والا، نوبت، کا

واري= ريت

واڙو= تھان، مویشیوں کی باڑ

واسُ= خوشبو، مہک

واڳون= مگر مچھ

وانگر= جیسا، مانند

واهرُو= مددگار

واهيري جي ويل= پرندوں کا آشیانوں میں بیٹھنے کا وقت

واهَڻُ= چھوٹا گائوں، دیہات

واءُ= ہوا

وترو= جلد، تیز

وَٿُ= شے، چیز

وَجھہ= موقع

وَڃَڻُ= جانا

وِچُ= بیچ

وچان= درمیان سے

وچولو= سندھ کا درمیانی خطہ

وڇوڙو= فراق، جدائی

وڃائڻ= بچھانا

وَڌَڻُ= بڑھنا

وڏو= بڑا

وَڍَڻُ= کاٹنا، قطع کرنا

ورلاپ= نالہ، بین

ورهائڻ= بانٹنا، تقسیم کرنا

وَڙُ= لحاظ، احسان

وسڪارو= برکھا، برسات

وِلها= مفلس، لاوارث

وَڻُ= درخت

وڻجارو= سوداگر، تجارت کرنے والا

ووِيڪُ= ضمیر، دل، قلب سلیم

وهيٺو= اختیار میں، بس میں

ويڏَنِ= ظلم، اندھیر

ويرَ= وقت، ساعت، دم، وقفہ

وِيرُ= بہادر، دلیر

ويرمَ= دیر، تاخیر

وينتي= التجا، عاجزی

وِيڻُ= عتاب، طعنہ، گالی

هاجَ= کام

هاڪَ= تعریف

هاڻي= اب

هشائي= اونٹھ کو بٹھا کر، جھکا کر

هڳاءُ= خوشبو، مہک

هنجھ= آنسو، اشک

هنڌين ماڳين= ہر جگہ، ہر جا

هيجَ= شوق، چاہت

هوڏَ= حجت، بازی

هيٺ= نیچے

هينئون= دل، قلب

هيڪڙو= اکیلا، واحد

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين " اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ "لُڙهندَڙ نَسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، چُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان "پڙهندڙ" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَ نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَ نَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا

ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو ته پَڪَ ڄاڻو ته اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وٽن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيلا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو بيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم - گولو، جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۾ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اٽجاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناڏانيءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽجاٽن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چوڻ، چالاڪ ٿيڻ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي پنهنجو حق، فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

ون ون کي مون ياڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪي جو ٻيجل ٻوليو)